# [11]
# جوانيءَ جو اڪسير
## مرزا قليچ بيگ

ٿورو عرصو گذريو آهي، جو نيويارڪ جي صدر ڪورٽ جي اڳوڻي سيڪريٽريءَ، ستر ورهين جي ڄمار ۾، پنهنجي سالگرهه واري ڏينهن، پاڻ کي ماري وڌو. فوتيءَ جي پاسي ۾، هڪڙو ڪتاب پيو هو، جنهن جو نالو هو ”حياتيءَ بابت، آسلر صاحب جي راءِ“ انهيءَ ڪتاب ۾، هڪڙي صفحي تي، هيئن لکيل هو، جنهن تي نشان به ڏنل هو: ”انجيل موجب، حياتيءَ جو عرصو، ٽي ويهون ۽ ڏهه ورهيه (ستر) ڄاڻايل آهي، يعني ستر ورهيه، تنهن کان پوءِ، ماڻهوءَ جي لاءِ، چالاڪيءَ جو ڪم پورو ٿئي ٿو ۽ هن زمين تي، سندس وقت پڄي اچي ٿو.....
منهنجي عمر به هينئر، پوري ستر ورهيه آهي. هينئر آئون، رڳو گهر جي ڪنڊ ۾، بخاري جي پرسان ويهڻ جو لائق آهيان.....“
آسلر صاحب جي، جا اها راءِ آهي، ته سٺ ورهين کان پوءِ، اڪثر ماڻهو، ڪنهين ڪم جو ناهي ۽ رڳو

پاڻ تي يا ٻيءَ خلق تي بوجھ آهي، ۽ انجيل ۾ ســـتر ورهيه، عمر جي حد ڏيڪاريل آهي. تنهن تي، انهيءَ مثئين شـــخص، ايتري قدر ته ويچار ڪيو، جو آخر دل ۾ پڪو ٺهراءُ ڪيائين، ته پاڻ ڪي ســـتر ورهين جي عمر تي رسـڻ شـرط ماري وجهي. انهيءَ عمر جي ٺهرايل حد، انســان ذات کي، گھڻي قدر نقصــان پهچايو آهي. جنهن ڳالھ تي، انسان کي، پورو ويساھ ٿو جمي ۽ دل ۾ انهيءَ جي ســـچائيءَ جي پڪ ٿي ٿئي، تنهن جو مــاڻهوءَ تي ڏاڍو اثر ٿو ٿئي. گهڻن حـالتن ۾، ائين بـه ٿيو آهي تـه جيڪـا عمر جي حـد، ڪن مــاڻهن، پنهنجي لاءِ مقرر ڪئي آهي، تنهن ڏاري اُهي مري پيـا آهن، جيتوڻيـڪ هو، بـالڪـل تندرســـت ۽ تازا توانا هئا. خبر ناهي ته ڪهڙيءَ حجت تي، ماڻهوءَ  جي حياتي، ســـٺ ورهيه مقرر ڪئي وئي آهي. پــاڪ ڪتــابن ۾، تــه گهڻيون ئي ڳالهيون آهن، جن جي ظاهري معنى تي عمل ڪرڻ ۾ ٿو اچي، مگر انهيءَ جي حقيقي معنى ٻي آهي. ائين ته بائبل ۾ ميٿيوزيلا (يا متوشــلح) (متي صـــالح) جي عمر 969 ورهيه ڏيڪاريل آهي ۽ اســـلامي ڪتابن موجب، حضـــرت نوح جي عمر 950 ورهيـه ڏنل آهي. فيتارن جي 900 ورهيه، ادريســـل جي 365 ورهيه وغيره. گهڻن ٻين ماڻهن جي عمر، سؤ يا سؤ

ڪان زياده به، تواريخ مان معلوم ٿي ٿئي. ڪن ڏاهن ۽ حڪيمن جا خيال، ماڻهن جي دل تي چمي ويا آهن ۽ اهي، ضرب المثلن وانگي، شمار ڪرڻ ۾ اچن ٿا. جيئن ته نظاميءَ، پنهنجي پارسي شعر ۾، هڪڙي هنڌ چيو آهي ته:

چڙهي جڏهن عمر جا چاليهه ٿيا سال،
ڪُسن ڪَنبپ ۽ چڙن تڏهين پر وبال.
ٿيو پنجاهه گم ٿي تندرستي،
نظر ڪم ٿي بدن ۾ آئي سستي،
وڏي جڏهن عمر ماڻهوءَ جي ٿئي سٺ،
تڏهن ڏئي ٿيڪ پٽ تي يا ڪٺي لٺ.
جڏهن ستر ورهيه سر تي وجهن بار،
سڀئي عضوا ٿين ساڻا ۽ بيڪار.
جڏهن انسان جي ٿي عمر اسي،
تڏهن سڀ مت زماني تنهن ڪان کسي
نوي تائين جڏهن ڪو پهچي مشڪل،
ڏکيائيءَ ڪان ڏکي هر دم سنديس دل.
جنهين سؤ سال تائين عمر پاتي،
تنهين لاءِ موت چڱ آهي حياتي.

پر جي خيال ڪري ڏسبو، ته پاڪ ڪتابن موجب، وڏي ۽ چڱي ۽ سجائي حياتي، اُها آهي، جا ڪمائتي ۽ خير جي ڪمن ۾ ٿي گذري. هيئن به آهي، ته سک

۾ گذرڻ ڪري، وڏي عمر به ٿوري پئي نظر اچي، ۽ ڏک ۾ گذرڻ ڪري، ٿوري عمر به، گهڻي نظر پئي اچي. هڪڙو پارسي شاعر ٿو چوي ته:
(بيت)
عمر گر خوش گذرد، زندگي خضر کم است،
ور به تلخي گذرد، نيم نفس بسيار است.
ترجمو:
عمر خوش گذري، ته ٿوري ٿي لڳي خضر جي عمر،
جي ڏکي گذري، ته هڪ پل به آهي عمر وڏي.
تڏهن ظاهريءَ ڪري، عمر جي ڊگهائي ۽ ڇوٽائي، اچي بيٺي خيال ۽ ويساهه ۽ دل جي وهم تي!
ٻيءَ طرح، خيال ڪري ڏسبو، ته هلندڙ دستور موجب ماڻهو، ٽيهن ورهين جي عمر ۾، پورو بالغ ٿو ٿئي. تڏهن سٺ ستر ورهين جي عمر، بلوغت جي عمر کان ٻيڻي ٿي. پر عالم حيوانات تي ويچار ڪبو، ته معلوم ٿيندو، ته انهن جي عمر، اڪثر، سندس بلوغت جي عمر کان پنجوڻ جيتري ٿي ٿئي. تڏهن انسان، اشرف المخلوقات ٿي ڇا ڪيو، جو عمر ۾، جانورن کان به گهٽ حياتي ٿيس؟ پر حقيقت هيءَ آهي، ته انسان، پنهنجي خيال ۽ ويساهه جو ٻانهو آهي، گهڻا ماڻهو، پڪ ڄاڻن ٿا، ته اسان جي عمر،

اســان جي پيءُ يا ڏاڏي جي عمر کان وڏي نه ٿيندي! پوءِ جي اُهي ســـندن وڏا، نانيءَ عمر ۾ مئا هوندا ته هي، انهيءَ ويساه تي، پاڻ به ننڍي عمر ۾ مري وڃن ٿا.

نيويارڪ ۾ هڪڙو ماڻهو، جو بالڪل تندرســـت ۽ تازو توانو هو، تنهن پنهنجي گهر جي ڀاتين کي چيو ته ”آئون، پنهنجي ايندڙ ڄمڻ جي ڏينهن يا ســـالگره تي مري ويندس. جڏهن اُهو ڏينهن آيو، تڏهن صـــبح جو سوير، گهر جا سڀ ڀاتي، فڪر ۽ انتظار ۾ ويهي رهيــا، ڇــالاءِ جو اُهو مــاڻهو، پنهنجي روزمره جي ڪم تي نه ويو ۽ يقين ســان چوڻ لڳو ته اڄ رات کان اڳي، آئون مرندس. طبيب کي سڏيائون، انهيءَ اچي، هن کي چڪاســي چيو، ته هيءُ بالڪل چڱو ڀلو آهي ۽ ڪا به بيماري ڪا نه اٿس. پر هو ماڻهو، نڪي کائي، نڪي پئي، ويو ضـــعيف ٿيندو. نيٺ اڌ رات ڌاري دم ڏنائين. هن حالت ۾، پڪ ســان چئبو ته هن شـــخص، رڳو خيال ۽ ويســـاه جي وســيلي پاڻ کي ماري وڌو! جيڪڏهن ڪنهن اپاءُ ســان، هن ماڻهوءَ جو خيال يا ويســاه بدلائي ســگهجي ها ۽ اهو اعتبار ڏيارجي ها ته مرندس ڪين، اجا به ڪي ورهيه جيئرو رهنــدس تــه هو ڪين مري هــا! انهيءَ طرح، جيڪڏهن ڪو ماڻهو وسهندو، ته نظاميءَ جي مٿئين

بيتن وانگي، پنجاھ ورھين کان پوءِ حواس طاقت چڙھيندا، سڀ کان پوءِ، اٺ ويھ کان ويھي رھندو ۽ پوءِ، ڪنھين ڪم جو نه ٿيندو ۽ سندس ھستي اجائي ٿيندي ته پوءِ امڪان ڪونھي ته ھن کي، ڪھڙي به حيلي سان، ھمتائي، عمر جي انھن نقصانن کان بچائجي ۽ ٻڍاپي مان ڪڍي جوانيءَ جي حالت ۾ آڻجي!

جي ماڻھوءَ کي، ٻڍاپي جو خيال ۽ وھم رھندو ته ٻڍاپو ايندو، ۽ جي جوانيءَ جو ويساھ رھندو ته جواني ايندي. ۽ ٻڍاپي يا جوانيءَ جي خيال سان گڏ، ضعيفي ۽ نڪمائي يا ھمت ۽ چالاڪي قائم رھندي. پيري يا جواني، دل مان شروع ٿي ٿئي. دل ۾ خيالن جي ٻج پوکڻ سان، جسم ۾، عمر جي اثرن يا نشانين جو فصل تيار ٿئي ٿو ۽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڪنھن خاص عمر ۾ اسين، پنھنجي آس پاس، ٻين کي ٻڍو ٿيندو ڏسون ٿا تڏھن اسين به پنھنجي نسبت ۾، خيال ڪريون ٿا ته ھاڻ، اسين به انھيءَ عمر ۾ ٻڍا ٿينداسين ۽ اُھي ساڳيا اثر، ٻڍاپي جا، اسان ۾ به نمودار ٿا ٿين. اُھي اثر، فقط انھن خيالن جا نتيجا آھن، جي اسان ۾ موروثي ٿي رھيا آھن. جيڪڏھن اسين، ھوڏ ٻڌي، پنھنجيءَ دل ۾ پڪو ٺھراءُ ۽ ارادو ڪريون ته اسين ھرگز ٻڍا نه ٿينداسين ۽ جوانيءَ

ورا خيال ۽ اُها ساڳي چالاڪي ۽ همت ۽ خوش طبعي دل ۾ قائم رکيو ايندا سين ته ٻڍاپي واريون نشانيون، بالڪل ظاهر نه ٿينديون!
جوانيءَ جو اڪسير، فقط دل ۾ آهي، نه ٻئي ڪنهن هنڌ.
جوانن وانگي، پوشاڪ ڍڪڻ سان، ماڻهو، جوان ٿي نٿو سگهي. پهرين، دل مان اهو خيال ڪڍڻ گهرجي، ته آئون، ٻڍو ٿيندو ٿو وڃان. جيسين، اهو ٻڍاپي جو خيال دل ۾ هوندو تيسينءَ، جوانيءَ وارو ڏيک، ڪنهن ڪم جو ڪين ٿيندو. پهرين، دل جو اثر يا وهم يا خيال مٽائڻ گهرجي. جيڪڏهن اسين پنهنجيءَ دل ۾، اهو خيال قائم ڪري سگهياسين ته اسين، هميشه جوان رهنداسين، ته چڻ، اسان اڏ جنگ ڪٿي. پڪ آهي ته عمر جي نسبت ۾، جيئن وسهنداسين ۽ پائينداسين، تيئن جسم ۾ به ڏسباسين.
جوانيءَ وارو خيال ۽ خوشيون ۽ اميدون ۽ چالاڪيون ٻڍاپي کي هٽايو ڇڏين ۽ وڏيءَ عمر ۾ به، جوان ڪيو ڇڏين. اسان کان اڳي، اسان جا وهم ۽ خيال، عمر ۾ پڪا ۽ ٻڍا ٿا ٿين. هاڻوڪي زماني ۾، حياتيءَ جون حالتون ۽ گذران جا اُپاءُ ۽ ڳڻتيون ۽ فڪر، اهڙي قسم جا آهن، جو دماغ خشڪ ڪيو ڇڏين، مغز جا پردا ساڙيو ڇڏين، ۽ خيال جي طاقت،

پٺيو گهٽايو ڇڏين. اهڙيءَ حالت ۾، اهي فڪر ۽ انتظار، ماڻهوءَ جي منهن مان پيا معلوم ٿيندا آهن. گهڻن جا ته جوانيءَ ۾ ئي وار، اڇا ٿي ويندا آهن، ڳلن ۾ گهنج پئجي ويندا آهن، اکيون ڏرا ڏيئي ويندا آهن. مطلب ته جهڙو اندر جو حال هوندو آهي، تهڙو ٻاهر جو، جهڙي حالت دل جي هوندي آهي تهڙي جسم جي به ٿيندي آهي.
پر جيڪي ماڻهو، هميشه خوش ٿا گذارين، ۽ پاڪ خيال ٿا ڪن، ۽ آئندي جي لاءِ چڱيون ۽ همتائيندڙ اميدون ٿا رکن، سي اهڙو جلد، ٻڍا نٿا ٿين، جهڙا اُهي، جي هميشه مونجهاري ۾ ڳڻتيءَ ۽ خفي ۾ ٿا رهن ۽ خراب خيال ٿا ڪن ۽ نااميديءَ جهڙيون خواهشون يا مرادون ٿا رکن.
وقت کان اڳي، ٻڍي ٿيڻ جو ٻيو سبب هيءُ آهي ته اهڙا ماڻهو، وڏڻ کان بيهي وڃن ٿا. اها ارمان جهڙي ڳالهه آهي، ته وچوليءَ عمر کي پهچڻ کان پوءِ، گهڻا ماڻهو، نوان ۽ تازا خيال، قبول ڪري نٿا سگهن. هنن جي دل جي سگهه ۽ خيال جي طاقت، چاليهن پنجاهن ورهين کان پوءِ، روڪجي بيهي رهي ٿي، يعني، انهيءَ عمر کان پوءِ، هو دماغي ترقي يا خيالي سڌارو حاصل ڪري نٿا سگهن. انهيءَ کان پوءِ، جيئن هو عمر ۾ وڌن ٿا، تيئن سمجهه

۽ عقل ۽ خيال ۾، پوءِ تي موٽن ٿا. جيڪڏهن ماڻهن جو خيال ۽ ويساهه اهڙو هوندو، ته اُهي سگهوئي، ٻڍا ٿيڻ لڳندا. پر انهيءَ جو علاج اهو اٿو، ته جوان رهڻ جي عادت، اصـــل نه ڇڏيو! ڪڏهن به ائين نه چئو، ته فلاڻو ڪم، جهڙو اڳي ڪندا هئاســـين، اهڙو هاڻ ڪري نٿا سـگهون. جيڪا جوانيءَ جي حياتي ٿيندي آهي، اها هلائينـدا اچو. پيريءَ ۾ بـه، وري ٻـار يـا جوان ٿيڻ کان، شــرم نه ڪريو. اهڙيءَ طرح هلو ۽ ڏســڻ ۾ اچو، جو ڪو به ڪو نه چوي، ته اهي، ٻين جا پار آهن، ســپ ڪو چوي ته هيءُ ٻڍو، اجا جوان آهي. ضـعيف دل، جسـم کي ضـعيف ٿي ڪري. دل جو ٻـڍاپو، جســم کي ٻـڍو ٿو ڪري. اوهـان کي گهرجي، ته هميشه جهڙا جسم ۾ پيا وڌو، تهڙا دل ۾. مٿي ڏيکـاريو ويو آهي، تـه ڪنهن خـاص وقـت تي مرڻ يـا ڪنهن خـاص عمر ۾ ٻـڍي ٿيڻ جي وهم يـا ويسـاهه سـان، ماڻهو، سچ پچ مري ٿو يا ٻڍو ٿئي ٿو، يعني ته اهڙو خيال، حياتيءَ جي دوري کي روڪيو، بنـد ڪيو، بيمـاريو ڇـڏي، يـا مـاڻهوءَ کي گهٽيو، ٻوساٽيو(ٻُوساٽيو)، ماريو وجهي. جي اوهين پانيو، ته مدامي جوان رهو، ته گذريون ناموافق ڳالهيون ۽ نه وڻندڙ اتفاق يا حالتون، اصل وساري ڇڏيو ۽ مور ياد نه ڪريو! ٿورا ڏينهن ٿيندا، ته هڪڙي شريف زال،

جا اســـي ورهين جي هئي، تنهن كـان پڇيائون تـه ڪهڙيءَ طرح، تون پاڻ کي، هر طرح جوان رکيو اچين؟ هن چيو تــه ”مون کي، اهـا تجويز آهي، تــه اڳوٽيون نـاموافق ۽ دل رنجـائيندڙ ڳـالهيون، ســـب وساريو ٿي ڇڏيان.“
ڪو به ماڻهو، جوان رهي نه سگهندو، جيسين وڏندو نه رهندو، ۽ ڪو به ماڻهو وڌندو نه رهندو، جيســين دنيا ۾ پنهنجي آس پاس، پين ســـان واســـطو نه رکيو ايندو. اســـان جي بناوت، اهڙي قســـم جي آهي، جو اسين، پين مان، پرورش پايون ٿا ۽ پين سان واسطي رکڻ ڪري، جيون ٿا ۽ وڌون ٿا. جيڪو ماڻهو، پين کان پنهنجو واســـطو ٽوڙيندو، اُهو، پنهنجي دل جي طاقت، گهٽائي ڇڏيندو. جيڪا دل، هميشـه نئين حالت کي پهچي نه ٿي سـگهي ۽ پراڻي حالت سـان واسـطو نه ٿو رکي، سا سگهوئي وڌڻ کان بيهيو وڃي.
ماڻهوءَ کي پيو ٿيڻ ته تمام آســـان آهي. رڳو هو پاڻ، اهو خيـال ڪري، تـه آئون پيو ٿينـدو ٿو وڃـان، تـه ايترو بــالڪـل بس آهي! پيڙاپي جو انتظــار ڪـڻ، انهيءَ کان ٻچڻ، انهيءَ جي لاءِ تيار رهڻ، ســـاڳيءَ عمر وارن پين مـاڻهن کي پيو ڏســـي، پاڻ بـه يقين ڪرڻ، تـه آئون بـه هنن جهڙو آهيـان - ايترو پيڙي ڪرڻ جي لاءِ بــالڪـل ڪـافي آهي. موت جي

يادگيري رکڻ، موت لاءِ تيار رهڻ ۽ اڳواٽ، پوءِ جي لاءِ بندوبســـت رکڻ مان ثابت آهي، ته ماڻهوءَ جي قبضـــي مان، ســندس حياتي کســکندي وڃي. اهڙن خيالن ڪري، حياتيءَ جو زور گهٽبو وڃي ۽ انهيءَ ضـــعف جي اثر کان، بدن به ضـــعيف، پيو ۽ قريب المرگ ٿيندو وڃي. اهو ويساه، ته اسان جون قوتون گهٽبيون وڃن، ۽ پيراپو، اســـان تي غالب پوندو اچي، اســـان جون ســـپ دلي ۽ دماغي طاقتون، درجي بدرجي، گم ٿيو چڏي ۽ نيٺ، آڻيو قبر جي ڪنڌيءَ تائين پهچائي! دل جي حالت تي، پيراپي جي حالت جو جلد اچڻ يا پٺ تي هڻڻ ان تي منحصر رهي ٿو.

پئرس جي پاسٽور انسٽيٽيوٽ واري ڊاڪٽر ميڪني ڪاف جي راءِ آهي ته ماڻهن جي حياتي، تمام ٿوري، تــه بــه هــڪ ســؤ ويــه ورهيــه ضـــرور هئڻ گهرجي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي، ته اسان جي غلط فهميءَ، غلط اعتقادي، ۽ غلط خياليءَ جي ڪري، خاص بچڙيءَ طرح حياتي گذارڻ ۽ پاڻ کي پيڙي جاڻڻ ڪري اسـين پنهنجي حياتي، گهڻي قدر گهٽائي ڇڏيون ٿا. هڪڙيءَ جوان زال جي، ڪنهن ماڻهوءَ سـان، گهڻي محبت هئي ۽ اميد هيس ته نيٺ هو پئي، پاڻ ۾ شادي ڪندا، پر اهو مڙس، ڪيس ڇڏي، ڪنهن پاســـي هليو ويو، تنهن ڪري هوءَ، ديواني ٿي پئي.

دل ۾ اها پڪ هيس، ته نيٺ اهو شــخص موٽي وٽس ايندو ۽ ســاڻس شــادي ڪندو. انهيءَ ڪان پوءِ، ڪن ورهين تـائين، هوءَ انهيءَ اميـد ۾ رهنـدي آئي ۽ هر روز، پنهنجي دريءَ مـان، اُنهيءَ پـاســـي پئي نهاريندي  هئي ۽ دل ۾ چوندي هئي ته چاڻ ته آيو، اجهو آيو! هن جي عمر، ستر ورهين کي اچي رسي. جن ماڻهن، بلڪ جن ڊاڪٽرن، هن کي ٿي ڏٺو، تن ٿي چيو، ته هيءَ مائي، چڻ ته ويهن ورهين جي مس آهي! هڪڙو به وار، اڇو نه ٿيو هوس! اکيون سالم، ڏند ســالم، ســپ حواس ســالم هوس! منهن ۾، ذرو به گهنج ڪو نه پيس! سندس ڪل اهڙي ته صاف، لسي ۽ ڳــاڙهــي هــئــي، جـو چـڻ تــه ڪــنــهــن جــوان چوڪريءَ  جي هئي! هوءَ اصـــل، ٻڍي نه ٿي، چا لاءِ  جو هوءَ وســـهي ٿي، تـه اڃـا آئون ڪنئـاري چوڪري آهيان، ۽ پنهنجي سـينڌي يا مڱيندي سـان، شـادي ڪرڻ جي اميد، هوءَ، دل ۾ تازي رکندي آئي. هن، پنهنجي عمر جي ورهين يا ســالگرهن ڳڻڻ تي، ڪو بـه خيـال ڪو نـه ٿي ڪيو. هن، ڪـا بـه ڳڻتي، انهيءَ بـابـت، ڪـا نـه ٿي ڪئي. هن کي يقين هو ته آئون، اڃـا جوان آهيـان. انهيءَ دلي اعتقـاد ۽ بـاطني ويساه جو اثر، سندس جسم تي قائم رهندو آيو. جيڪا

عمر ٿي گهريـائين، اهـا رکنـدي آئي. دل جي يقين ڪري، هوءَ، جوان رهندي آئي.
خـالق جي قدرت ۽ حڪمت تي، اهو، گويا هڪڙو الزام آهي، ته اسان جو مغز يا ان جون دماغي ۽ دلي طاقتون، اڌ سؤ ورهين جي عمر ۾ گهٽجڻ لڳن ٿيون. حقيقـت ڪري، انهيءَ عمر ۾ تـه مـاڻهوءَ کي، پور جوانـيءَ ۾ اچڻ کپي! سـچي ۽ حقيقي جوانـيءَ سـان، ظاهري ٻڍاپي يا اڇن وارن ۽ گهنجن ۽ ٻين نشـانين جو ڪهڙو واسـطو آهي؟ بـاطني قوت ۽ دل جي طاقت هميشه وڌڻ گهرجي. رڳو وڌندڙ عقل ۽ سياڻپ ۽ طـاقـت مـان معلوم ٿيڻ گهرجي تـه مـاڻهو، عمر ۾ وڌندو ۽ وڏو ٿينـدو وڃي، نـه گهٽنـدڙ عقل ۽ طـاقت مان. پڪـيءَ عمر جون علامتون، زور ۽ خوبصورتي ۽ عالي دماغي هئڻ گهرجن، نه ضـعيفائي ۽ نڪمائي ۽ ڪراڙپڻ.
بدن دل جي آرسـي آهي. منهن ڏسـي، دل جي خبر ڏئي ٿي سـگهجي. جي ڪو دل ۾ چاٽندو، ته آئون ٻڍو آهيان، ته جسم ۾ به ٻڍو ڏسبو. ۽ جي ڪو دل ۾ پڪ سمجهندو، ته آئون جوان ۽ همت ڀريو آهيان، ته ڏسڻ ۾ بـه جوان اينـدو ۽ روز بروز، هن جي جواني ۽ طاقت، وڌندي ۽ تازي ٿيندي ويندي.

جي اوهين پانيو، ته جوانيءَ کي پاڻ وٽ قابو ۾ قائم رکو، تـه جواني جي دشـــمنن کـان پـاســو ڪريو. جوانـيءَ جي ڪمن ۾ خوشـــين کي ترڪ ڪرڻ. جيڪڏهن اوهين، جوانن وارين راندين ۾ شـــغلن ۾ اميدن ۾ ارادن کي ترڪ ڪندؤ، تـه انهيءَ ســـان اوهين پاڻهئي، ثابت ٿا ڪريو ته ۾ قبوليدار ٿا ٿيو ته اسين پيرا ٿيندا ٿا وجون ۾ حياتيءَ جو رس، اسان جي بدن مان، سُـڪندو وڃي ۾ اســان جي طاقت، گهٽجي وڃي. جوانن جي صـحبت ۾ جوانن واري مشـغولي، گهٽي قدر، ماڻهوءَ کي، جوان رکيو اچي.
ٿورا ڏينهن ٿينــدا، جو هڪڙي پڪيءَ عمر واري ماڻهوءَ کان پڇيائون، ته ”ڪهڙو ســـبب آهي، جو هيتريءَ وڏي عمر هوندي، تون جوان پيو ڏســجين ۾ ننڍيءَ عمر وارو پيو پائنجين؟“
هن چيو تــه: ”آئون، ٿيهن ورهين کـان بــه مٿي، هڪڙي هاءِ اســڪول جو هيڊ ماســتر يا پرنســپال هوس ۾ چوڪرن ۾ جوان مـاڻهن ســـان، منهنجو واسطو رهيو آهي ۾ هميشه، هنن جي راندين ۾ شغلن ۾ خوشـــين ۾ خواهشـــن ۾ خيالن ۾ شـــامل پي رهيو آهيان. انهيءَ ڪري، منهنجي دل، جوان رهندي آئي آهي ۾ انهيءَ ۾، ٻڍاپي جو خيال، اصـــل داخل نه ٿيو

آهي، جنهن ڪري حياتيءَ جي سگهه ۽ جوانيءَ جي طاقت، وڌندي ۽ ترقي ڪندي رهي آهي.“
جو ماڻهو پاڻئي ته آئون پڊو نه ٿيان، تنهنجي دل، هميشه چالاڪ ۽ چست ٿيڻ گهرجي. دنيا ۾ جيڪا به شيءِ آهي، سا چڻ ته اها شاهدي پئي ڏئي يا ائين پئي چوي ته ”يا وڌندا وڃو يا مري ناس ٿيو“ پنهنجيءَ دل ۾، پڪو ٺهراءُ ڪريو ۽ پڪو ويساهه رکو ته اسين پڊا نه ٿينداسين ۽ وڌندا، زور وٺندا ويندا سين. اهو اعتقاد رکو، ته خدا تعالى، انسان کي، جو پنهنجيءَ صورت تي خلقيو آهي، ۽ انهيءَ کي، ڪامل انسان ۽ اشرف المخلوقات جو درجو ڏنو اٿس ۽ انهيءَ کي زمين تي، پنهنجو خليفو ڪيو اٿس، سو پلا ڪٿان ضعيف ۽ نستو ۽ نڪمو، بلڪ فنا ٿي سگهندو؟ جيڪا ضعيفيءَ ۽ پڊاپي جي نشاني، ظاهري ڏسڻ ۾ ٿي اچي، سا رڳو غلط فهميءَ ۽ پليل تعليم ۽ قومي عادت ۽ موروثي خيال جو نتيجو آهي. او هان کي گهرجي، ته هميشه هينئن چئو ته ”اسين، چڱا پلا آهيون، هميشه جوان آهيون ۽ جوان رهنداسين، سواءِ انهيءَ جي، ته خيال جي وسيلي پاڻ ۾ پڊاپي جي حالت پيدا ڪريون، اسين پڊا ٿي ڪين سگهنداسين. خدا تعالى، اسان کي هميشه وڌڻ ۽ ترقي ڪرڻ جي لاءِ پيدا ڪيو آهي. ۽ اهو قدرتي

حق، جو هميشه جوان رهڻ لاءِ، اسان کي مليو آهي، سو اسين، پنهنجي هٿان، وڃائڻ نٿا گهرون.“

جيڪڏهن، ڪو اوهان کي ڪٺي چوي ته ”اوهان جي، عمر وڏي ٿيندي وڃي“ يا ”اوهان ۾، ٻڍاپي جون نشانيون ظاهر ٿيڻ لڳيون آهن“ ته اوهين انهيءَ کان، بالڪل انڪار ڪريو، چئو ته

”خدائي قانون ۽ قدرتي اصــول، ٻڍي ٿيڻ جو ناهي. سچ به ڪڏهن ٻڍو ۽ ضعيف ٿيو آهي؟

آئون، هڪ قدرتي اصول آهيان!

آئون سچ آهيان! آئون حق آهيان!“

(بيت):

عرش، اعلى منجهان آيس ۽ وڃان اُت موٽي،

هت جي قبي ۽ قبر ساڻ مون کي ڪهڙو ڪم؟

ڪڏهن به ٻڍاپي جي خيال ســـان، هنڌ تي نه وڃي سمهو. اها ڳالهه، بالڪل ضروري آهي، ته رات جو پاڻ کي جوان سمجهو ۽ ٻڍاپي جون سڀ علامتون ۽ پيريءَ ۽ ضـــعيفيءَ جا ســـپ خيال دل مان هڪالي ڪڍو. سڀ ڪو فڪر ۽ خفو ۽ انتظار ۽ مونجهارو، جو اوهان جي مغز تي اثر پيدا ڪري ۽ اوهان جي منهن ۾ ظاهر ٿئي، اهو ٿاري ڇڏيو . دل جي خفي ۽ فڪرات ڪري، حڪيمن ثابت ڪيو آهي، ته مغز ۾ سختيءَ ۽ خشڪيءَ جو مادو پيدا ٿو ٿئي ۽ اُهي دلي

خفا ۽ فڪر، دماغ جا سيل يا حواسي مرڪز سڪايو چڏين.

سمهڻ مهل، اُهي خيال دل ۾ رکو، جي تمام وڻندڙ ۽ خوش ڪندڙ هجن ۽ جي اوهان جي خواهش هجي ته جلدي پورا ٿين. ننڊ ۾، جيئن جيئن دل، اهڙن خيالن ۽ خواهشن ۽ اميدن ۽ مرادن تي آرو ڪندي، تيئن تيئن، اُهي وڌندا ۽ ڳوڙها ٿيندا ويندا. اها ڳالهه بالڪل مشهور آهي، ته خراب ۽ ناپاڪ خيال ۽ خواهشون، ماڻهوءَ تي نهايت برو اثر پيدا ٿيون ڪن. تنهن ڪري، ضروري آهي، ته سمهڻ مهل، اوهان جا خيال صاف ۽ پاڪ، اوهان جا ارادا اعلى ۽ اوهان جون اميدون ۽ مرادون، عمدي قسم جون هجن ۽ اُهي، دل تي غالب هجن.

جڏهن صبح جو جاڳو، تڏهن وچوليءَ يا وڏيءَ عمر کي پهتا هجو، ته پنهنجيءَ دل ۾، خاص طرح، جوانيءَ واريون خاصيتون تازيون ڪريو. هر ڪو پاڻ کي ائين چوي ته ”آئون جوان آهيان، تندرست آهيان، مضبوط آهيان، چست ۽ چالاڪ آهيان، آئون خلقت ۾، حقاني نمونو آهيان. اصل، روحاني عالم جو رهاڪو آهيان، خدائي جزو آهيان، پلا حق ۽ روح ڪٿان ٻڍي ٿيڻ جي آهي؟! اهو رڳو فاني جسم، رڳو ڪوڙو ڏيک، رڳو غلط خيال ۽ ويساهه آهي، جو ظاهريءَ ڪري ٻڍو ۽

ضـــعيف ٿو ٿئي. آئون پـاڻ، بـاطن ۾، بـالڪل جوان آهيان.“

وڏي ۽ ضـــروري ڳالھ اھا آھي تہ ماڻھوءَ جي دل، پنھنجي لاءِ، ٻـڍاپي جي بـدران، جوانـيءَ جو نمونو، اڳيان رکي، جيئن ڪو نقاش يا بت تراش نئين نقش يا بت ٺاهڻ لاءِ، هڪ وڏي اســتاد جو نمونو، اڳيان رکي، ڪم ڪري، ائين ڪرڻ ڪري، حياتـيءَ جون حالتون، جسـم ۾ به اُهو نمونو پيدا ٿيون ڪن، جو دل جي خيالن ۽ اعتقادن ۾ موجود رهي ٿو. اســان ڪي، پنھنجيءَ دل مـان، اهو خيـال بـالڪل ڪـڍي ڇڏڻ گھرجي، تـه جيئن جيئن، اســين وڌنـدا ۽ وڏا ٿينـدا وڃون ۽ زيــاده ڪم ڪــا ڪريون ۽ زيــاده آزمودو حاصــل ڪا ڪريون، تيئن تيئن، اســين ٻڍا ۽ نســتا ۽ نڪما ٿيندا وڃون. اســـان ڪي دل ۾، اهو ويســـاھ جمائڻ گھرجي، تہ زياده پڪـي ۽ محنتـي ۽ آزمودگار ٿيڻ ڪري، اسـان جي حياتـيءَ جو چشـمو، پاڻ زياده جوش آڻي ٿو ۽ زور وٺي ٿو. ۽ همـت ۽ جوانمردي پيدا ڪري ٿو. اهو قدرتـي قانون آهي، تـه ڪم مان زور، زيـاده پيدا ٿئي ٿو. تـڏهن ڪم ڪرڻ ڪري، ماڻھو، ڪيئن ڪمزور يا نســتو يا ضـــعيف ٿيندو؟ حقيقت ڪري، قدرت، اســـان کي مدامي جوانـي ۽

مدامي تازگيءَ جي طاقت عطا ڪئي آهي. اسان جي ساري جسم ۾ هڪڙو به سيل يا حواسي جزو يا مرڪز اهڙو ڪونهي، جو ٻيو يا جهونو ٿي سگهي. اوهان کي خبر آهي، ته جسم جا جزا، هميشه نوان پيا ٿين ۽ جن جي عضوون يا پاڱن ۾، گهٽو ڪم هلي ٿو، انهن جا جزا، جلد جلد وري، نوان ۽ تازا ٿا ٿين، جنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته ماڻهوءَ جو سارو جسم، ڪن ورهين کان پوءِ، اصل نئون ۽ تازو ٿئي ٿو، اڳوڻو يا پراڻو ناهي. تڏهن ڪيئن چئبو، ته ماڻهو، جسم جي ڪري ٻه ٻيو ٿو ٿئي؟ روح جي ڪري، ماڻهو، اصل ٻڍي ٿيڻ جو ناهي. ٻڍاپو، نسورو اسان جو هٿرادو بنايل خيال يا مصنوعي ۽ غير قدرتي وهم آهي.

حڪيمن، پوريءَ طرح ثابت ڪيو آهي، ته رواجي محنتيءَ ماڻهوءَ جي جسم جا سيل يا جزا في سيڪڙي اسي يا نوي، ڇهن مهينن کان وٺي، چوويهن مهينن يا ٻن ورهين جي اندر بدلجي، نوان ٿا ٿين. اهو به ثابت ڪيو اٿن، ته ناموافق خيال ۽ فڪر ۽ ويساه، جسماني جزن ۾، ڪيميائي ڦير گهير پيدا ڪن ٿا، جنهن ڪري ذاريون مادو، انهن ۾ اچيو پوي ۽ انهن کي نقصان رسائي ٿو.

هاڻي، تڏهن ماڻهوءَ جي جسم ۾، جي ٻن ٻن سالن ۾، نوان نوان جزا جڙن ٿا، تن تي خيال جي وسيلي، عمر جو اثر وهارجي ٿو جي خيال ۾، جوانيءَ جو اثر غالب آهي، ته اُهي نوان نهيل جزا به جوان ۽ تازا ٿا رهن، پر جي وري دل ۾، ٻڍاپي جا خيال ۽ وهم جاءِ وٺن ٿا، ته انهن نون جزن تي به، اهو اثر ويهي ٿو. انهيءَ طرح ڪروڙين ننڍڙا سيل يا جزا، جي انسان جو جسم ٺاهين ٿا، سي انهيءَ رستي، اثر پذير ٿين ٿا، ۽ ماڻهوءَ کي، سندس خيال ۽ ويساه موجب، جوان يا ٻڍو ڪن ٿا، نون جزن ۾، پراڻا خيال وجهڻ، اهڙو آهي، جهڙو پراڻين ٻاٽلين، ۾ نئون شراب وجهڻ. اُهي، موافق نه ٿيندا. طبيعت جي ڪري، هو، پاڻ ۾ دشمن آهن. انهيءَ جو نتيجو اهو ٿئي ٿو، ته ٻن ورهين جا جڙيل نوان ۽ تازا جزا، ماڻهوءَ جي خيال موجب، پنجاه يا سٺ يا سٽر ورهين جا ٿيو پون ۽ ماڻهو، ٻڍا ۽ ضعيف ۽ نستا ڏسڻ ۾ ٿا اچن.

انهيءَ مان ڏسڻ ۾ ايندو، ته ناموافق مادو، جسماني بناوت ۾ حرڪت ۾ روڪ پيدا ڪري ٿو، تنهن ڪري ضرورآهي ته، اهڙيون خيالي عادتون رکجن، جي انهيءَ قدرتي قانون سان موافق رهن ۽ هميشه تازي ۽ جوان رکندڙ خدائي قاعدي سان، ساز

وار هجن. خفو، ڪاوڙ، خود پسندي، خود غرضي، ويرِ، دشـــمني، خوف، بد اخلاقي، بد عادتون. اهي سـپ، جوانيءَ جا دشـمن آهن. اهي سـپ، ٻڍاپي جي صورت پيدا ڪن ٿا. نا اميدي، وهم، وسوسا، خشڪ دماغي، اهي ماڻهوءَ جي دل کي، ملول ۽ ڪارو ۽ مريض ڪيو ڇڏين. ترقيءَ جي بدران، تنزل آڻين ٿا. ماڻهو، اڳتي واڌارو يا سـڌارو ته نٿو ڪري، اٽلندو پٺ تي هڏندو ۽ پوءِ تي رهندو وڃي. اهڙي ماڻهوءَ تي، ٻڍاپو، روز بروز، غالب ۽ قابض پوندو وڃي، ۽ خوش طبعي، ڪشـــاده پيشـــاني، اميد واري ۽ همت ڪري، جواني قائم رهندي اچي، بلڪ روز بروز، زور وٺندي ۽ تازي ٿيندي وڃي. دل جي انهن چڱين يا بچڙين حالتن جو، تندرســتيءَ ۽ روحاني توڙي جسماني قوتن تي، نهايت گهڻو اثر ٿئي ٿو.
پيريءَ جو خوف ۽ موت جو ڊپ، گهڻن ماڻهن کي، ڏاڍو بي آرام ٿو ڪري ۽ هنن جو عيش، ڪٺو ڪيو ڇڏي. هنن جي حياتي، عذاب ســان ٿي گذري. گهڻن دولتمند ماڻهن کي، اڪثر اهو خوف ٿو رهي، ته اسين جلد مري وينداسين ۽ هيءَ سپ دولت، ٻين وٽ ڇڏي هليا وينداســين! اهڙن خيالن ڪري، هو، حياتيءَ مان، ڪا به لذت حاصـــل نٿا ڪن. اهڙن ناموافق خيالن ڪري، ماڻهوءَ جي حياتي، گهٽجڻ

لڳي ٿي، نوان خيال نئين حياتي پيدا ڪن ٿا ۽ پراڻا خيال، واڌاري کي روڪين ٿا ۽ جيڪا شيءِ، واڌاري کي روڪي ٿي، سا ٻڍاپي کي، آڻڻ ۾، مدد ڪري ٿي. جيڪو به خيال، دل ۾ غالب ٿئي ٿو، اُهو، حياتيءَ جي خيالي نموني کي، گهڙي ٿو ۽ ڦيرائي گهيرائي ٿو. پوءِ، جي هميشه جي جوانيءَ وارو خيال، دل ۾ غالب ٿئي ٿو، ته ٻڍاپي جو اثر، گم ٿيڻ لڳي ٿو ۽ جوانيءَ جو اثر، دل ۾ توڙي جسم ۾، زياده ٿيڻ لڳي ٿو. مطلب ته دل جو اثر، جسم تي حد کان زياده آهي.

جسم جي سڀ ڪنهن جزي يا حواسي مرڪز ۾، تندرستيءَ جي طاقت، لڪل رهي ٿي. جيڪڏهن ماڻهوءَ جو خيال، چڱو ۽ سالم آهي، ته اُها باطني طاقت، انهيءَ جزي کي، سالم ۽ زور وارو رکيو اچي، جنهن ڪري ٻڍاپي ۽ ضعيفائيءَ جو اثر، گهٽو گهٽجي وڃي ٿو. انهيءَ مخفي طاقت کي، زور وٺائڻ جو هڪڙو چڱو اپاءُ آهي، خوش ۽ اميد وارو ۽ وڏيءَ دل وارو رهڻ.

جيسين، دل جو منهن، حياتيءَ جي سج ڏانهن آهي، تيسين، انهيءَ جي اڳيان، ڪو به پاڇو ڏسڻ ۾ نه ايندو. تنهن ڪري اوهين، هميشه، مدامي جوانيءَ جو خيالي نمونو، مشعل يا سج وانگي پنهنجي اڳيان

جهليو اچو. هميشـــه، ائين چاڻو، ته اوهان جو جســم، ٻن ورهين جو تازو جڙيل آهي، جهونو ۽ ڪراڙو ۽ ضعيف ناهي. تنهنڪري ضرور، اهو جوان ۽ سگهو آهي ۽ هميشه، جوان ۽ تازو ڏسڻ ۾ اچڻ کپي، چالاڪِ، ٻن ورهين جي جزن واري جســم کي، ســٺ ســتر ورهين وارو ٿا ڪريو؟ هو، پاڻهئي، ائين ڪين ٿو ڏســجي، اوهين زور ڪري، انهيءَ کي اهڙو ٻڍو ٿا ڪري ڏيکاريو. جي جســم، حقيقت ڪري، جوان آهي، ته ڏســجڻ به جوان گهرجي! ٻيو، رڳو اســين پنهنجن اڳوڻن وهمي، موروثي، عادتي خيالن ڪري ٿا ڪريونس. پاڻ ۾، جوانيءَ جي خيالن جي عادت وجهڻ به، اهڙي آســان ڳالهه آهي، جهڙي ٻڍاپي جي خيالن جي. پوءِ، چو نـه ائين ڪجي؟ جي ٻانيو، تـه هميشـــه جوان رهو، ته پهرين، پنهنجي خيال ۾ جوان ٿيو، پوءِ پنهنجي ڪم ڪار ۾.

اهو اعتقاد قائم رکو، ته اوهان جي جسم جو هر هڪ جزو، تندرست ۽ تازو ۽ جوان آهي ۽ اهو، نه ڪڏهن بيمار ٿو ٿئي، ۽ نه اصـل مري چٽ ٿو ٿئي، سـدائين، وقت بوقت، تازه بتازه، نوبنو ٿيندو هليو اچي. اســان ۾، هڪڙي، اهڙي قدرتي شــيءِ آهي، جا اســان کي، حق ســان وچي ڳندي ٿي. انهيءَ حقيقت منجهه، پوري ويســـاهه رکڻ ۾، هڪڙو عجيب ڪيميا يا اڪســير

جهڙو اثر رهي ٿو! انهيءَ اثر ڪري، ڪي ماڻهو، اهڙا آهن، جو ڪهڙي به سخت پورهئي ڪرڻ ڪري، اصل ٿڪبائي ڪين، آهي چالاڪ جو، هنن جي دل، تازي ۽ اڻ ٿڪل رهي ٿي. اُهي، انهيءَ تجويز سان، پاڻ کي، هميشه تازو ۽ جوان رکيو اچن. دل، جيڪڏهن جوان ٿي ته پوءِ ماڻهو، ڏسڻ ۾ پيو، ڪڏهن ڪين ايندو. ۽ تيسين ماڻهو جوان نه ڏسبو، جيسين هو پاڻ کي جوان نه چاهيندو يا وسهندو. ٻڍاپي جو خيال، گويا، هڪڙي رنبي يا چيٽي آهي، جنهن سان ماڻهو، پنهنجي منهن ۾، گهنج اڪيري ٿا وجهن. تازن ٿورن مهينن جي جڙيلن جسماني جزن ۾، هو، ٻڍاپي جو خيال، زور ڪيو کنيو ٿڦين، جنهن ڪري سگهوئي، پنجاهه يا سٺ يا ستر ورهين جا ٿيو پون ۽ ڏسڻ ۾ به اهڙا پيا اچن. ڪڏهن به ائين نه چاهو، ته اسين، ٻڍا ٿا ٿيون. چاهو ته هر گهڙيءَ، اسين تازا پيا ٿيون. سچو يا ڪل، جزن مان ٿو ٺهي. جڏهن جزا، هر گهڙيءَ، تازا ۽ نوان پيا ٿين، تڏهن سچو يا ڪل به، هر گهڙيءَ تازو هئڻ گهرجي. رڳو دل ۾، ائين نه چاهو، پر وات سان به ائين چئو ۽ هلو به ائين ۽ ڪري به ائين ڏيکاريو! مطلب ته خيال ۾، توڙي قول ۾، توڙي فعل ۾، جوان ٿيو. ٻڍاپي جي خيال کي، اصل دل ۾، ڪا به جاءِ ڪا نه ڏيو.

حياتيءَ جي عرصـــي ۾، جوانيءَ جي خيالن جي عادت، تازي ۽ زور پريءَ هئڻ ڪري، ٻڍاپي جي خيالن جي جهوني عادت کي، پاڻهي هڪالي ڪڍندي.

جوانيءَ جي خيال جو، وڏو اثر آهي. هميشـــه، قوت تازي ٿي رهي، هميشه، دل خوش ٿي رهي، هميشه طبع عالي ٿي رهي. دل جي همت مان، بدن جي قوت پيدا ٿي ٿئي. شجاعت، دل ۾ ٿي ٿئي ۽ نه بدن ۾. وڏيءَ دل وارو ماڻهو، عمر يا قد جو، ننڍو به ٿي ســـگهي ٿو. حياتيءَ جو ســـارو مدار، دل تي آهي. جيڪڏهن اهو سچ آهي، ته ”بزرگي به عقل است نه به سال ۽ تونگري به دل اســـت نه به مال“ ته پوءِ، اهو به بيشڪ سچ چاڻو، ته ”جواني به دل آست به نه سال ۽ پيري به دل است نه به حال!“

جوانيءَ جي اڪسير، جو قديم وقت کان ڪيمياگر، دوائن ۽ وڻن ٻوٽن ۾ ڳوليندا ٿا اچن، سو اسان، خود پاڻ ۾ لڌو آهي، جهڙيءَ طرح ڪه ماڻهن، خدا کي جدا جدا جاين تي پي ڳوليو آهي ۽ صوفين، خود پاڻ ۾ لڌو آهي. اهو ڳجهه، خود اسان جي اندر ۾ موجود آهي! خيال پورو رکو، ته مدامي جواني، اوهان جي آهي، بلڪ مدامي حياتي اوهان جي آهي ۽ اوهين، شڪ کان سواءِ، زنده جاويد آهيو! اسين ٻڌا تڏهن ٿا

ٿيون، جڏهن پاڻ کي، ٻيا ٿا چاڻون، ۽ مرون تڏهن ٿا، جڏهن پاڻ کي، فاني ٿا سمجهون.

(رباعي):

جي خيال پچائين گل جو نت گل ٿين تون،
بلبل جو پچائين جي ته بلبل  ٿين تون،
حق ڪل تون جزو آهين، جي تون ٿورا ڏينهن،
ڪل جو ڪرين فڪر دل ۾ تا ڪل ٿين تون.

ٻڍاپي جو علاج، محبت ۽ شـــوق کان ســـواءِ، ٻيو ڪونهي. ڪم جي محبــت، پنهنجن همجنســـن جي محبت، سڀ شيءِ جي محبت ۽ ذوق - اها اهڙي طاقت آهي، جا جهوني کي تازو ڪري ٿي، بيمار کي چڱو ڀلو ڪري ٿي، ٻڍي کي جوان ڪري ٿي، ۽ مئي کي جياري ٿي. محبت ۽ شوق ڪري، عمدا ۽ عالي خيال، دل ۽ دماغ ۾، پيدا ٿين ٿا ۽ نهايت عمدا اخلاق ۽ جذبا، ماڻهوءَ ۾ جاڳن ٿا. جيڪا شيءِ يا جيڪو ماڻهو ڏسو، تنهن جي ظاهر کي نه ڏسـو، پر تنهنجي باطن يا روح کي ڏســـو! جي ماڻهو ڏســـو، ته چاڻو، ته هيءُ، اهو ڪامل انسان ۽ اشرف المخلوقات آهي، جو خدا تعالى، پنهنجي نموني تي جوڙيو آهي. هن جي، ظاهري عيبن ۽ ضـعفن ڏي نه ڏسـو. مطلب ته، جيڪو اصـلي اعلى عمدو نمونو آهي، اُهو هميشـــه، پنهنجي نظر ۾ رکو،

پوءِ ڪهڙو به ماڻهو هجي ۽ ڪهڙي به شـــيءِ هجي! اهڙي عـادت پوڻ ڪري، اوهين، ســــپ ڪنهن پـاڻ جهڙي ٻئي انســــان کي پيار ڪندؤ، انهيءَ کي تعظيم ڏيندؤ، انهيءَ کي مدد ڪندؤ، انهيءَ کي چڱو ڄاڻندؤ. انهيءَ جو نتيجو اهو ٿينـدو تـه، اوهين، پهرين پـاڻ خوش رهنـدؤ ۽ پوءِ، جهـان کي خوش رکيو اينـدؤ. ”جيءَ خوش ته جهان خوش“ جو پهاڪو، تڏهن ئي پورو بيهندو، صــلح، انصــاف، آرام، رحم - مطلب ته ســـپ چڱا اخلاق، انهيءَ عادت جا نتيجا آهن. انهيءَ جي مخالف عادت جا نتيجا، وري انهيءَ جي برخلاف آهن.

جي ماڻهو، تمام ڪمائتا ۽ محنتي آهن، ســي هميشــه، همت ۽ قوت وارا ٿيندا وڃن ۽ ڏســــڻ ۾ به هميشـــــه جوان پيا اچن. عقل ۽ زور جي زيادتي، هن دنيا ۾، زياده عرصـــي تائين رهڻ جي نشــاني آهي. پنجاه يا سـٺ يا سـتر ورهين جي ڄمار ۾، اسـان کي اڳي کان گهڻو بهتر ڪم ڪرڻ گهرجي، ڇالاءِ جو اســـان جي دل ۽ اسان جو دماغ، چست ۽ تازو ۽ جوان آهي، پر اُها چستي ۽ تازگي ۽ جواني، اسان جي پنهنجي وس آهي، نه ته انهيءَ جي برعڪس حالت ٿيندي.

خدا تعالى، انســـــان ۾، هميشـــــه جوان رهڻ ۽ گهڻن ورهين تائين جيئري رهڻ جو شوق، ذاتي رکي ڇڏيو

آهي. جي اها ڳالهہ اصـــل ممڪن نه هجي ها، ته ماڻهوءَ جي طبيعت ۾ اهڙو شـــوق ۽ اهڙي دلي خواهش ئي نـه پيدا ٿئي هـا! جيڪي ارادا ۽ اميدون آسـرا، ماڻهو ٿو ڪري، سـي انهيءَ ٿوري عمر جي عرصـــي ۾، پوري ٿيڻ جا نـاهن. انهن لاءِ، زيـاده حياتي ۽ زياده طاقت جي گهرج آهي. انهيءَ مان ئي ثابت آهي ته انسـان اشـرف المخلوقات ٿي، حيوانات کان به، انهن ڳالهين ۾، گهٽ درجي ۾ رهڻ جي لاءِ، نڪي رٿيو ويو هو، نڪي پيدا ڪيو ويو هو! خدا تعالى، جيڪي پيدا ڪيو آهي، سـو سـپ واڌاري ۽ بهتريءَ ۽ ترقي لاءِ، نـه پٺ تي موٽڻ يـا گهٽجڻ يـا تنزل لاءِ. اهو، اصل قدرتي قانون آهي. دنيا ۾، جيڪا به شـيءِ آهي، سـا اڳتي هلڻ ۽ مٿي چڙهڻ لاءِ آهي. تڏهن پلان ڪهڙي طرح، انسـان کي، پنهنجي نموني تي جوڙيندو؟ چا، انهيءَ لاءِ، ته ڪن ٿورن ورهين جي چالاڪيءَ ۽ واڌاري کان پوءِ، ٻڍو ۽ ضعيف ٿي، مري وڃي؟! اهڙي ڳالهہ، تـه قادر جي قـادرت تي، گويا، هڪڙو داغ آهي! ڪڏهن، خدائي بـه پٺ تي موٽي آهي ۽ ٻڍي ۽ ضعيف ۽ نستي ٿي آهي؟ انسان ذات جا، جيڪي ماڻهو، آئندي پيدا ٿيندا ويندا، سـي جلد ٻڍي نـه ٿيندي ۽ زيـاده جوان رهندا. انهن جا خيال، ڪماليت کي پهچندا، تنهن ڪري اهي، زياده

ڪامل انســان ۽ خدائي نمونـي ڪي، ويجها ٿيندا ويندا. هو، حقيقت چاڙندا ۽ تنهنڪري، زياده آزاد ۽ زياده بقاءَ ۽ طاقت وارا رهندا. اهو ڏينهن جلد ايندو، جڏهن ماڻهو، پيداپي جو منڪر ٿيندا ۽ انهيءَ ڪي ڪوڙ ۽ غلط سمجهندا. جيڪو ڳل ڪومائجي، تنهن ڪي سچو ڳل نه چئبو. ســچو ڳل اهو آهي، جو نمونـي وانگي، خيال ۾ قائم رهي ٿو، يعني جو ســدائين، تازه بتازه ۽ نوبنو آهي، تهڙي طرح سچو انسان به اهو ئي آهي، جو حق جي نمونـي تي آهي ۽ ســدائين، جوان ۽ همت وارو رهي ٿو ۽ صــــدين جي گذرڻ ڪان پوءِ به ڪڙو تڙو ۽ قائم دائم رهي ٿو.هڪڙي شاعر جو بيت آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو هي آهي:

(بيت)

باوجوديڪ نه آدم ڪي مليا بال ۽ پر،
وجي پهتو اُتي، جت هو نه ملڪ ڪي مقدور!
هيٺيون به رباعيون به، انهيءَ مضمون تي آهن:

(رباعي:1)

جڳ ۾ آهي مخفي گنج، انسان جي ذات،
۽ ملڪ بقا جي، حق ڏني، اُن ڪي ڏات.
پاڻيءَ ۽ مٽيءَ جي ڪڏهن چڏيسين ظلمات،
تڏهن خضر اسين، ۽ پڙ اسين آب حيات

(رباعي: 2)

نسخو ۽ نمونو تون الـــٰهي آهين،
آئينو تون، لاءِ حسن شاهي آهين.
ٻاهر ناهي تو کان، جيڪي عالم ۾ آهه،
جيڪي تون گھرين، تنهنجو تون واهي آهين!

[12]

# سنڌي شعر جي قديم حالت ۽ پوءِ سڌارو ۽ انهيءَ جو، ٻين ملڪن جي شعر جي حالت سان مقابلو*

(نومبر 1914ع ۾ ”سنڌي ساهت سوسائٽي“ حيدرآباد جي سهاري هيٺ نڪرندڙ ماهوار سنڌي رسالي ۾، مرزا صاحب مرحوم جن جي هيٺين صدارتي تقرير، مٿئين عنوان سان، هڪ ڪتابچو (بنام ”سنڌي شعر“) جي صورت ۾، شايع ٿيل آهي، جا تقرير، مرزا صاحب مرحوم جن ”سنڌي ساهت سوسائٽي“ حيدرآباد جي پهرئين افتتاحي جلسه ۾ ڪئي هئي.
انهيءَ ڪتابچه ”سنڌي شعر“ جو مهاڳ، جو سنڌي ساهت سوسائٽي جي طرفان نڪرندڙ ماهوار رسالي جي ايڊيٽر لکيو هو، سو لفظ بلفظ، هيٺ پيش ڪجي ٿو:

# مهاڳ

مرزا قليچ بيگ صــــاحب، انهن ٿورن بزرگن مان آهي، جن ســـــنڌيءَ جي خدمت، پلي پت ڪئي آهي، هن صــاحب، پنهنجي عمر هن ڪم ۾ صــرف ڪئي آهي، تنهن لاءِ ننـڍي وڏي تـي، اهو فرض آهي، تــه مالڪ ڪان مهر مڱي، ته مرزا صــــاحب ڪي، وڏي حياتي بخشي. سنڌيءَ جو ٻج، اجا مس وجي پوءِ لڳو آهي، تنهن ڪري باغائي، بالڪل ڪارگر ۽ اورچ ڪپن، اها اورچائي ته ڪو مرزا صـاحب ڪان سـکي! شــهر جي گهٽ ٻوســاٽ ڪان پري، ٺوڙهي جي ٺنڍي جي هڪ ڪنڊ ۾، منهن مڙهي پايو ويٺو آهي، جتي ڳوناٽن هيرن ۽ شعراٽي شوق جي نرمل نهرن ۾، پيو نت رکي. اسان سان، مرزا صاحب، خاص پال پلايا آهن، جنهن لاءِ اسين، سندس ٿورائتا آهيون، هڪڙي ئي ”موتين جي دٻلي“ اهڙي ڏنائين، جنهن جو هڪ هڪ موتي، املهه آهي. اها ”موتين جي دٻلي“ سنڌيءَ جي خــاص ۽ چيـدن ڪتــابن ۾، پنهنجي جــاءِ جلـد وٺندي.

هي ســـندس تقرير، جا هينئر اســين ڇپايون ٿا، مرزا صــاحب، اســان جي پهرئين ســاليانى جلســي لاءِ تيار ڪئي هئي، پر پهرئين ڏينهن، مجلس ۾ ماڻهن جا هئا

انبوه، ۽ مرزا صـــاحب جو آواز به آهي ذرا نفيس، تنهنڪري، حاضـرين، چڱو نه ٻڌي سـگهن ها ۽ مزو نه وٺي سگهن ها، تنهنڪري، رسالي ۾ ڪري ڇپايو اٿئونس ته خوب اســـان جا پڙهندڙ لاڀ وٺن. هيءُ ڪتاب، نهايت لياقت ۽ قابليت جو آهي، سنڌي ٻوليءَ ۾، هن جي ضرور گهرج هئي.

ايڊيٽر ماهوار رسالو

---

* سن 1914ع ۾ ’’سنڌي ساهت سوسائٽي‘‘ (حيدرآباد) جي پهرئين افتتاحي

افتتاحي جلسي ۾ مرزا صاحب مرحوم جي ڪيل صدارتي تقرير

جلسه ۾، مرزا صاحب مرحوم جي ڪيل صدارتي تقرير.

# [12]

# سنڌي شعر

سنڌ جي شعر جي بيان شروع ڪرڻ کان اڳي، مختصر طرح، ديباچي طور، ڪي ڪجھ عام شعر بابت، چوڻ ضرور آهي، جو سڀ ڪنهن ملڪ يا قوم يا ٻوليءَ سان لاڳو ٿي سگهي. سڀ ڪنهن مشرقي يا مغربي قوم جو لٽريچر، يعني ڪتابي علم، شعر

سان ئي شروع ٿو ٿئي. بلڪ ائين چوڻ به بيجا ناهي ته انسان، جو ”حيوان ناطق“ يعني ڳالهائيندڙ جانور آهي، سو پنهنجي سپائي حالت ۾ دل جي شوق مان، جڏهن پنهنجي اندر جا خيال ظاهر ڪري ٿو تڏهن سندس واتان شعر ٿو نڪري. انهيءَ جو سبب توڙي اثر، اڪثر اهو آهي ته ٻڌندڙن کي اهو مٺو ٿو لڳي ۽ انهن جو ڌيان ڇڪي ٿو ۽ انهن جي دل تي، اهو ڄمي وڃي ٿو ۽ پوءِ گهڻي وقت تائين، اُهو آسانيءَ سان ياد رهي ٿو.

شعر لفظ عربي آهي، جنهن جي معنى ڄاڻڻ ۽ پروڙڻ، انهيءَ ڪري شعر، ضد (مخالف) ٿيو جهل يا نادانيءَ جو، ۽ شاعر جو ضد ٿيو جاهل. سپڪو رواجي ماڻهو، ڄاڻندڙ ۽ پروڙيندڙ ڪين هوندو. ڪو دانا يا حڪيم يا فيلسوف يا ڪو پيغمبر ۽ اولياءُ انهيءَ نالي جو لائق ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري، قديم وقت ۾، اڪثر شاعر اولياءُ شمار ڪيل هو. سمجهيل هو ته شعر خدائي ذات آهي، ۽ خدا جي الهام وانگي، ماڻهوءَ جي دل ۾ ٿو اچي. انهيءَ ڪري، شاعرن جي تعظيم به، پيغمبرن ۽ اوليائن جهڙي هوندي هئي. اسان جي قرآن ۾، شاعرن ۽ ڪاهنن جي ننڌا لکيل آهي ۽ انهن جي ڳالهه تي ويساهه ڪرڻ يا هلڻ وارون کي، گمراهه ۽ ڪافر چيل آهي. انهيءَ جو سبب هيءُ آهي ته شعر

جو، سچائيءَ ۾ حقيقت سان، ڪو به واسطو ڪونهي. ڪو قدرتي نظارو يا ڪا خدائي موجودات ڏسي، جيڪي خيال، شاعرن جي دم ۾ يا انهن جي واتان پيدا ٿا ٿين، اهو آهي شعر. انگريزي لفظ ”پوئيٽريءَ“ جي به اها ئي معني آهي. پوئيو (Poieo) لفظ جي معنى to Create or Produce يعني پيدا ڪرڻ ۽ انهيءَ جي اصطلاحي وصف آهي. خوش ڪرڻ يا خوشي، جا ڪنهن به موزون عبارت جي آسانيءَ سان سمجهڻ مان، اسين حاصل ڪري سگهون ٿا. اها وصف، لارڊ جيفريءَ جي آهي. مثلا رواجي ماڻهو چوندو ته سج اڀريو آهي ۽ پره ڦٽي آهي يا صبح جو سوجهرو ٿيو آهي، پر شاعر چوندو ته صبح، گهوڙين وانگي، سونو ٿالهه مٿي تي رکي نڪتو آهي. پارسي شعر جو مثال ڏسو، جنهن ۾ شاعر، خيالي سبب ڏنو آهي ته محبوب، چو برقعو وجهي، باغ ۾ ٿو اچي؟ چوي ٿو ته:

برقعه به رخ افگنده برد ناز بباغش،
تا نگهت گل بيخته آيد بدماغش.

پر سچو سبب، برقعي وجهڻ جو، پيو آهي.

هاڻي رواجي عام جاهل ماڻهو، جيڪي چوي ٿو، سو سچ ٿو چوي ۽ شاعر، ڪوڙ ٿو ڳالهائي، اگرچه انهيءَ مان، دل کي خوشي حاصل ٿئي ٿي. تنهنڪري،

جيڪو، شاعر جي ڳالھ کي سچو ڄاڻي ويساھ ڪندو، اُھو ضرور گمراھ ٿيندو. دنيائي ڳالھين ۾ تہ شاعر جي ڳالھ کڻي روا رکبي، پر مذهبي يا خدائي ڳالھين ۾ تہ اهڙيون تشبيهون ۽ مبالغا، روا رکڻ نہ گھرجن. انهيءَ هوندي بہ، اسان جو نبي صلي الله عليه وسلم، شعر کي گھڻو پسند ڪندو هو ۽ حضرت علي، سندن سؤٿ ۽ خليفو، قابل شاعر هو. عربي قول موجب، شاعر ”تلاميذ الرحمان“، يعني خدا جا شاگرد سڏيل آهن. شيخ فريد الدين عطار، مشهور صوفي شاعر چوي ٿو تہ:

شاعري جزوي است از پيغمبري،

جاهلانش کفر خوانند، از خري.

حقيقت هيءَ آهي تہ شعر جي چڱائي يابچڙائي يا ان جو روا يا نا روا هئڻ، منحصر آهي، انهيءَ جي مضمون تي. جو مضمون، خدا جي حڪمن جي بر خلاف آهي، يا جو انسان جي دل ۾، شيطاني ۽ نفساني خيال پيدا ڪري ٿو ۽ اخلاقي نور گھٽائي ٿو، سو خراب آهي ۽ ڪفر آهي. پارسي بيت آهي (جو شايد سعديءَ جو آهي) تہ:

به نطق آدمي بهتر است از دواب،

دواب از توبه، گرنگوئي صواب.

شعر، علم به آهي، ته هنر به آهي. علم يا حقيقت جي نظر تي شعر، سائنس يا حڪمت جو ضد آهي، جنهن جو ڪم آهي، شين جي سچي حقيقت ڏيکارڻ، جوڪم شعر جو ناهي، ۽ هنر جي نظر تي، شعر، نثر جو ضد آهي. انهيءَ وقت، انهيءَ ڪي ”نظم“ ٿو سڏجي. عربي اصل موجب، نثر جي لفظي معنى آهي موتي، هيٺ هاري، پکيڙي ڇڏڻ، ۽ نظم جي معنى آهي، اُهي هاريل موتي، وري ڌاڳي ۾ پوئڻ. اهو پوئڻ جو ڪم، هنر آهي، جو ڪو به ماڻهو سکي سگهي ٿو. نظم ٿيو موزون يا وزن دار ڪلام، يعني تُريل ڪلام. نثر ٿيو بي وزن يا اڻ تُريل ڪلام. انهن موتين يا لفظن جي تورڻ جي ساهمي يا ميزان آهي علم عروض يا پراسڊي (prosody). انهيءَ جو قانون آهي، نظم جي پورائيءَ يا اڻ پورائيءَ پرکڻ جي ڪسوٽي. نظم چوڻ لاءِ، انهيءَ هنر يا قانون جو ڄاڻڻ، بالڪل ضرور آهي نه ته نظم چوڻ وارو، اهڙيون غلطيون ڪندو، جي کيس بالڪل معلوم ٿي نه سگهنديون، پر عروض ڄاڻندڙ کي، هڪدم ڏسڻ ۾ اينديون. انهيءَ هوندي به، ڪو نثر، وزندار يا قافيه وارو به ٿي سگهي ٿو. ساڳيا لفظ، پهرين نثر آهن، پر انهيءَ هنر موجب، اُهي ساڳيا لفظ، اڳي پوءِ ٿي، وزن ۾ اچڻ ڪري، نظم ٿي سگهن ٿا، ۽ پوءِ جيڪو اثر، انهيءَ جو دل تي ٿو ٿئي، سو

اڳي نه ٿي ٿيو. ويتر، جي مضمون  به مناسب ۽ اثرناڪ آهي، ته پوءِ ته انهيءَ جو اثر، تمام گهڻو ٿو ٿئي. قدرتي يا سچي شاعر جو ڪم، اڪثر دل جي شوق ۽ ذوق ۽ خيال جي نزاڪت سان آهي، لفظن جي تور تڪ، يا پڙهڻ لکڻ واري علم سان نه آهي. انهيءَ ڪري، آڳوڻا قدرتي شاعر، بلڪ نبي، اڻ پڙهيل ماڻهو ٿي گذريا آهن. چڱو شاعر، چڱو ناظم نه به هوندو ۽ چڱو ناظم، ضرور ناهي ته چڱو شاعر هجي. شيخ عطار جي بيت وانگي، شعر، نبوت جو پاڱو آهي يا انهيءَ جهڙو آهي. اسان جي نبي صلي الله عليه وسلم، جن جي قول موجب ”نبي، علم جو شهر آهي ۽ علي، انهيءَ شهر جو در آهي“

پر نبي صلي الله عليه وسلم جن پاڻ، اُمي هئا ۽ لکي پڙهي نه ڄاڻندا هئا.

انهيءَ ڪري شعر يا نظم، رڳو چڱن هنرن مان هڪڙو شمار ٿيل آهي - جيئن نقاشي، عمارت سازي، بت تراشي، موسيقي وغيره. انهن سڀني هنرن جو ڪم آهي، اڳوڻن استادن کي نقل ڪرڻ، ۽ انهن جو مدعا آهي، انهيءَ نقل ڪرڻ سان، پنهنجي توڙي ٻين ماڻهن جي دل ۾، خوشي پيدا ڪرڻ. تنهنڪري، قديم استادن جي شعر جي نموني تي شعر چوڻ، جنهن کي تتبع چون ٿا، سو عيب ناهي، پر شعر جي استعمال ۽ ترقي

آهي  انهيءَ مان درجي بدرجي، ماڻهو چڱو شاعر ٿي سگهي ٿو. سڀني وڏن شاعرن، پهرين تتبع تي شعر پي چيو آهي. سڀني چڱن هنرن جو اهو ئي حال آهي، پر هر هڪ جا رستا ۽ اوزار، علحدا علحدا آهن، اگرچه مطلب ۽ مدعا سڀني جو، ساڳيو هڪڙو ئي آهي. جيئن نقاشي جو ڪم، رنگن سان آهي، عمارت سازيءَ ۽ بت تراشيءَ جو، پهڻ يا سنگ مر مر سان، موسيقيءَ يا راڳ جو آواز، سر ۽ تال سان، تيئن شعر يا نظم جو، لفظن ۽ خيالن سان. شعر، گويا ڳالهائيندڙ نقش آهي ۽ نقاشي، گويا بي آواز شعر آهي، ليڪن ٻين سڀني هنرن مان، شعر جو واسطو، راڳ سان، اصل کان زياده رهيو آهي. اڪثر ٻيئي، گڏ هلندا آيا آهن. راڳ کي ڪٽي گهوڙو سمجهو ۽ شعر کي سوار. جڏهن شعر، راڳ تي چڙهي، سير تي نڪري ٿو، تڏهن تمام سهڻو ٿو لڳي ۽ وڌيڪ پسند ٿو اچي ۽ ماڻهن جي دل تي ڏاڍو عجيب اثر پيدا ڪري ٿو! جيڪا خوشي، چڱي شعر چوڻ ڪري، خود شاعر کي ٿي ٿئي، سا خيال ۾ اچڻ مشڪل آهي! شاعر، شعر جوڙڻ لاءِ، فقط ڪنهن ڪنهن مهل ٿو ويهي، مگر حقيقت ڪري، هر هنڌ، هر وقت ۽ هر حال ۾، هن جي دل ۽ دماغ ۾، شعر يا شاعرانا خيال، ائين پيا

ٻوڙن ۾ پون پون ڪن، جيئن ماکيءَ جي ماناري ۾، مکيون ڪنديون آهن!
شاعر جهنگ ۾، يا وڻ جي چانو ۾، يا واٽ هلندي، يا اڪيلو ڪوٺي ۾ وٺل هجي يا هو ڪنگال ۽ خسته حال هجي، يا ڪهڙي به مرض ۽ مصيبت ۾ گرفتار هجي، ته به هو، طبيعت جو سڪندر بادشاه آهي ۽ دل جو حاتم طائي آهي. هڪ بادشاه، خزانا خرچي ۽ لشڪر مارائي، ملڪ فتح ڪري، خوشي حاصل ٿوڪري، ليڪن اسان جي هن خيالي بادشاه کي، هڪڙو چڱو يا نازڪ خيال دل ۾ آيو، يا هڪڙي عمدي سنجيدي مصراع، دل گهرين لفظن ۾، ۽ مزي جهڙي معنى سان اچي وئي، ته هن جي خوشيءَ جي ڪا حد ڪانهي! هو ڀانئيندو، ته هفت اقليم جي بادشاهي، منهنجي آهي!
انهيءَ طرح، ڏسڻ ۾ ايندو ته سڀ ڪنهن ملڪ يا قوم جي شروعات جي تصنيف، اڪثر شعر ۾ آهي ۽ انهيءَ جو مضمون، اڪثر بهادري يا جنگ جي شوق بابت آهي، يا وري مذهبي جوش بابت آهي. شوق ۾، حد کان زياده، خوشي يا غم اچي وجي ٿو. مدعا آهي، قوم کي همٿائڻ. قومن جي تواريخ پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو، ته سڀ کان قديم شعر، هندستان جو ئي آهي، چالاڪِ جو آرين کي، سپني کان اڳي، سپائي قابليت

حاصل هئي. انهن ۾ به شعر، درجي بدرجي، سڌرندو ويو. پهرين ويد، پوءِ رامايڻ ۽ مهاڀارت، پوءِ پُران، پوءِ ڪاليداس جو سنجيدو شعر ظاهر ٿيو.
قدامت ۾ پوءِ ايراني آيا، جي پڻ آرين هئا. انهن جو قديم شعر، گم ٿي ويو هو، جو وري عربن جي فتح کان پوءِ، ظاهر ٿيڻ لڳو. انهن ۾ پهرين، فردوسي آيو ۽ عرصي کان پوءِ سعدي ۽ حافظ پارا شاعر آيا. ايرانين کان پوءِ، عبراني يا هيبرو ماڻهن جو شعر، قديم آهي. پهرين، حضرت دائود جو زبور آهي، پوءِ ٻيو شعر ظاهر ٿيو. انهيءَ کان پوءِ، يونانين جو شعر قديم آهي، جو سڪندر جي وقت ڌاري ظاهر ٿيو. يونانين جي نقل ڪرڻ ۽ صحبت ڪرڻ مان، رومن ماڻهن، شعر جي قابليت پرائي. پوءِ جرمنن، پوءِ پورچو گيزن، پوءِ اسپين جي ماڻهن، پوءِ فرانس وارن، شعر جي ميدان ۾ قدم رکيو. فرانس کان پوءِ، نارمن، فرينچ ۽ انهيءَ کان پوءِ اسڪاٽلنڊ ۾، شعر جو حوصلو پيدا ٿيو. سڀني قومن کان پوءِ، انگلنڊ جي ماڻهن کي، سڌاري سان گڏ، شعر جو حوصلو پيدا ٿيو. انهيءَ مان معلوم ٿيندو ته هند جا رهاڪو، جي هاڻ رعيت آهن، سي علمي قابليت يا شعر جي نظر تي، اول نمبر هئا، ۽ انگريز ماڻهو، جي هاڻ انهن تي حاڪم آهن، سي آخرين نمبر هئا. زماني جي بلندي ۽

پستي ۽ اٿل پٿل جو اهڙو مثال، ٻيو ڪو مشڪل ملندو! ۽ هيءَ ڳالهه به انهيءَ مان ظاهر آهي ته هر قسم جو اوائلي شعر، اڻ سڌريل ۽ جهنگلي قسم جو هو ۽ اڪثر، اڻ پڙهيل ماڻهن جو چيل آهي ۽ ڪنهن نه ڪنهن ساز تي، ڳائڻ ۾ پي آيو آهي. پوءِ، اهو جهنگلي شعر، ويو آهي سڌرندو، ۽ جيڪي اثر، وقت جي ٻوليءَ تي پي ٿيا آهن، سي ويا آهن اُن وقت جي شعر تي به ٿيندا - يعني، ٻين پاڙي وارن يا فتح ڪندڙن قومن جا لفظ، ويا آهن، داخل ٿيندا ۽ انهن جا ڪتاب، ويا آهن، ترجما ٿيندا. مثال لاءِ، سڀ کان پوئينءَ سڌريل قوم جو شعر وٺو، جنهن سان اسين زياده واقف آهيون، يعني انگريزي. هاڻي انگريزن ۾ پهريون شخص، جو شاعر چوڻ ۾ ٿو اچي، سو آهي سيڊمن، جو ستين عيسوي صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ پيدا ٿيو ۽ اُنهيءَ جي شعر ۾ رڳو بائبل جو مضمون آهي، ۽ ٻين ڪن وقت جي جنگين جو بيان ڏنل آهي. پوءِ ناليرو شاعر چاسر آيو، جو چوڏهين صديءَ ۾ پيدا ٿيو. اهو، اُهو زمانو هو، جڏهن هندستان تي، تغلق گهراڻي جي بادشاهن، راڄ ٿي ڪيو. چاسر (Chacer) جي شعر تي وري، فرانس ۽ اٽليءَ جو اثر پيو. انهيءَ کان پوءِ، وري، سڌارو تڏهن ٿيو، جڏهن ڪئڪسٽن، ڇاپڻ جو هنر ڪڍيو ۽ قديم

مصنفن جا ڪتاب ترجمو ٿيا، ۽ پهرين، مذهبي بحث ۽ پوءِ، علمي بحث شروع ٿيو. اتي، اٽليءَ جي معرفت، عشق جو مضمون به اچي سهڙيو. اُهو زمانو، راڻي ايليزبيٿ جي راڄ جو هو، جنهن ۾ سپينسر پيدا ٿيو، جنهن اڃا به چاسر جي تتبع تي شعر چيو. پوءِ شڪسپيئر آيو ۽ انهيءَ طرح، قصن ۽ ناولن ۽ ناٽڪن منهن ڪڍيو. پوءِ سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾، ملٽن، گري، ورڊسورٿ، ۽ پڇاڙيءَ ۾ ٽينيسن جهڙا شاعر پيدا ٿيا، جن شعر کي ڪماليت جي درجي تي پهچايو ۽ جن جو اثر، خوب، وقت ۽ قوم ۽ ٻوليءَ تي پيدا ٿيو. هاڻي ڏسو ته سڀ ڪنهن هنڌ، پهرين جهنگلي شعر آيو، جنهن کي بئلڊ (ballad) ٿا چون، جنهن جو خاص راڳ سان واسطو هو، ۽ اڪثر تاريخي ننڍيون لڙايون، انهيءَ ۾ ڏنل آهن، پوءِ، وڏن قصن ۽ داستانن جو شعر آيو، جنهن کي ايپڪ پوئيٽري چئجي ٿو، جيئن ته اليڊ، آڊسي، مهاڀارت، شاهنامو - جي مجلسن ۾ پڙهبا به هئا ۽ ڳائبا به هئا. پوءِ ڊراما يا ناٽڪ آيو، جنهن ۾ اهي قصا، نقل ڪري ڏيکاربا هئا، جنهن ڪري ماڻهن تي زياده اثر پيدا ٿي ٿيو. سڀ کان پوءِ، عشقيه ۽ ٻئي قسم جو شعر آيو، جو دل جي حالت ۽ شوق ۽ جوش بابت هو، جنهن کي لئرڪ پوئيٽري ٿا

چون. غزليات وغيره، انهيءَ ۾ داخل آهن، جي ساز تي به ڳائبا هئا ۽ پڙهي به ٻڌائبا هئا.
انهيءَ مٿين بيان مان، مون کي هيءُ ڏيکارڻو هو ته اسان جي سنڌي ٻوليءَ جي شعر جو، گهڻو ڪري، ساڳيو اهڙو حال آهي، جهڙو ٻين قومن ۽ ملڪن جي شعر جو آهي. اسان جو گهڻو واسطو، ٻين پرانهن ملڪن سان ڪونهي، هندستان سان آهي، جنهن جو سنڌ، هڪ پاڱو آهي. هند جا اصل رهاڪو، آرين ماڻهو هئا، ۽ هماليه جبل جي پريان، جبل لنگهي، پهرين پنجاب ۾ آيا ۽ پوءِ هندستان ۾ پکڙيا، ۽ سنڌ اڳي پنجاب سان گڏ، شمار ٿيندي هئي. عجب جي ڳالهه اها، ته وري جڏهن عرب فتح ڪندڙ آيا، تڏهن به پهرين سنڌ ۽ پنجاب ۾ آيا! تڏهن هند جي اصل ٻولي، آرين هئي، جا بدلجي نيٺ سنسڪرت ٿي ۽ آرين جي ٻي شاخ، يعني ايرانين وٽ، اُها ساڳي آرين ٻولي، زندوستا ٿي. انهن ٻنهي جا اصلوڪا گهرو لفظ وغيره، هڪ جهڙا آهن. اهي ٻئي، انهن اصلوڪيءَ آرين ٻوليءَ جون ڌيون ڇئبيون ۽ پاڻ ۾ ڀيڻون ٿيون. اهي ٻئي قديم هئڻ ڪري، پاڪ ٻوليون شمار ۾ آيون، ۽ فقط ڪن خاص ڌرمي ماڻهن جي ڪم جون ٿيون. نيٺ، انهن مان، وري ٻيون ڌيون ڄڻيون - هڪڙيءَ پراڪرت ڄڻي ۽ ٻي پهلوي يا پارسي - جي

رواجي ماڻهن لاءِ مقرر ٿيون. هند جي خاص اصل ٻولي برج ڀاشا هئي، جا سنسڪرت مان نڪتل ناهي، مگر سنسڪرت جو اثر پوءِ، انهيءَ تي پوڻ لڳو. پر جڏهن اسلام جي فتح جو اثر پهرين، ايران تي ۽ پوءِ هندستان تي پوڻ لڳو، تڏهن اُهو ساڳيو اثر، اصلوڪين ٻولين جي ڏين ۽ ڏهڻين تي به پوڻ لڳو. اسانجي سنڌي، سڌي سنسڪرت مان نڪتل ناهي، پر پراڪرت مان نڪتل آهي، تنهنڪري، سنڌ جي ٻوليءَ توڙي شعر جي حالت، پراڪرت ۽ ڀاشا جهڙي ٻي رهي آهي. قديم سنڌي، ڪريل پراڪرت يا ڪريل ڀاشا هئي، جيئن بلوچڪي، ڪريل پارسي آهي. عربي ٻوليءَ جو اثر ته اڳئي پارسيءَ جي معرفت، پراڪرت ۽ برج ڀاشا تي پيو هو، ويتر عربن جي سنڌ تي فتح هئڻ ڪري، سنڌي ٻوليءَ ۾، ڀاڻ زياده عربي لفظ داخل ٿيڻ لڳا. ٻارهين عيسوي صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾، جڏهن شهاب الدين غوريءَ ڪي، پرٿوي راءِ تي فتح حاصل ٿي، تڏهن انهيءَ وقت جي ڪوين جي ڪلام ۾، پارسي ۽ عربي لفظ موجود آهن - جيئن ته پيگام (پيغام)، فرمان، حجرت (هجرة)، سرطان، باتشاه، سلام وغيره. اڪبر جي زماني ۾، جڏهن مسلمان ۽ هندو، ڀاڻ ۾ شير شڪر ٿيڻ لڳا ۽ جڏهن هندو، مسلماني پوشاڪون ڍڪڻ کان عار نه ڪندا

هئا ۽ مسلمان، ڏاڙهين کي صفائي ڏيندا هئا ۽ جڏهن مسلمان، راجائيءَ جي لقب کي فخر سمجهندا هئا ۽ هندو، مرزا ۽ نواب جي خطاب کي مان سمجهندا هئا، تڏهن مسلمان، چاهه سان، هندڪا لفظ ڪم آڻڻ لڳا، ۽ هندو مسلمانڪا لفظ. انهيءَ وقت، برج ڀاشا جو شعر، اڪثر ڌُهرن جي صورت ۾ هوندو هو، جو نمونو، تڏهن سنڌ جي شعر جو به هو. مسلمان شاعرن جو مثال، امير خسرو دهلوي، مشهور پارسي شاعر آهي، جنهن کي ”طوطي هند“ چوندا هئا ۽ چوڏهين صديءَ جي شروع ۾ هو، تنهنجو به انهيءَ نموني جو ڀاشا ۽ شعر آهي. اسان وٽ، سنڌ ۾، جو اڳي آمدن نامي ۽ ڪريما سان دووايو ۽ سه وايو پڙهندا هئا، سو به امير خسروءَ جو آهي. شروع هيئن ٿئي ٿو:

خالق باري سر جنهار، واحد ايک بدا ڪرتار.

مرد منس، زن هي استري، قحط ڪال وبا هي مري.

بيا برادر! آري ڀائي! بنشين مادر! بيٺه ري مائي!

آتش آگ، آب هي پاني، خاڪ ڌُهول جو باؤ اڙاني.

۽ آخري بيت:

مولوي صاحب سرن پناه - گدا بهکاري خسرو شاه.

ملڪ جائسي، هڪ ٻئي مشهور شاعر، جنهن پدماوت جو قصو، پارسي شعر ۾ لکيو آهي، تنهن گهڻا ڀاشا جا لفظ، ڪم آندا آهن. هندو شاعرن جو مثال،

وري اڻ پڙهيل ڪبير شاعر، بنارس واري جو وٺو، جو سڪندر لوڌيءَ جي زماني ۾ هو. انهيءَ کان پوءِ گرونانڪ صاحب آيو، جنهن جو جپ صاحب آهي. بابا تلسيداس برهمن، جنهن رامايڻ جو ڀاشا ۾ ترجمو ڪيو، بابا سور داس، جنهن شري ڪرشن جو ذڪر، شعر ۾ لکيو آهي - اهو سڀ شعر، ڀاشا جي ڏُهرن ۾ آهي. انهن سڀني ۾، عربي ۽ پارسي لفظ موجود آهن. نمونو هيءُ آهي:

ڪبير صاحب جو دهرو:

دين گنوايو دُني سي، دُني نه آيو هاته،
پير کهاڙي ماريو، گاڦل (غافل) اپني هاته.

اتي، دين ۽ دني يا دنيا ۽ غافل، عربي لفظ آهن. ٻيو دهرو:

ڪبير! سيري سراءِ هي، ڪيون سوئي سکه چين؟
کوچ نگارا سانس کا باجت هي دن رين.

اتي، ڪوچ ۽ نغاره، پارسي ۽ عربي لفظ آهن. گرونانڪ صاحب جو دهرو:

ساس ماس سب جيو تمهارا لوهي کهرا پيارا-
نانڪ شاعر ايو کهت هي سچي پروردگارا.

جپ صاحب ۾:

وارن جاؤن ان ايڪ بار!
تو سدا سلامت جي نرنڪار.

اتي، پروردگار ۽ سلامت، فارسي ۽ عربي لفظ آهن. بابا تلسيداس جي دهرن ۾ به، گريب، نواج ۽ کله جهڙا لفظ ملن ٿا:

مايا کو مايا ملي، کر کر لمبي هاتهہ،

تلسيدار (تلسيداس) گريب کو، کوئي نه پوچهي بات.

سورداس جي هڪڙي شعر ۾ ته قافين جي لفظ ساج، اواج، جهاج، گريب نواج آيا آهن، سي ته ٺهيا پر پچاڙيءَ واري مصراع ۾ آهي ته:

سنت سبهي جانت هون، تو نه آيو باج.

يعني، تون باز نه آئين - پارسي اصطلاح ”نازنيا مدن“، عجب جهڙو آهي!

تيرهين عيسوي صديءَ ۾، شيخ فريد آيو، تنهنجا به دهرا، انهيءَ نموني جا هئا:

فريدا! جوتي مارن مڪيان تنا نه ماري گهُم،

اپنڙي گهر جائي پير تناندي چُم،

رکي سکي کاءِ ڪي، ٺيدا پاڻي پي،

فريدا! ديکه پرائي جهوپڙي نا ترسائي جيءَ

فريدا! دک سک اک ڪر دل ئي لاه وڪار ،

الله پاوي سو پلا تا لپي دربار.

اهي آهن پاشا جي دهرن جا نمونا. اها پاشا آهي، جنهن کي اسين هندوستاني ٻولي ٿا سڏيون. انهيءَ هندوستانيءَ مان، شاهه جهان بادشاه جي زماني ۾،

اردو پيدا ٿي. اردوءَ جي معنى آهي اڙد يا لشڪر جي بازار. لشڪر جي بازار ۾، جدا جدا قومن جون زبانيون، ڳالهائڻ ۾ آيون - سنسڪرت، ڀاشا، عربي، پارسي سڀ گڏ، تنهن ڪري ريختہ، به انهيءَ کي چوندا هئا، يعني جدا جدا قسم جا ذرا ذرا يا ڪريل ٿڪر. سگهوئي، اردو، سرڪاري دفترن جي ٻولي ٿي. برج ڀاشا مان ڪتاب، اردوءَ ۾ ترجمو ٿيا. انهيءَ وقت جي پارسي شعر ۾، هندي ڀاشا جا لفظ اچڻ لڳا. جهانگير بادشاه، پنهنجي تزڪ جهانگيريءَ ۾، لفظ ”لاڏله“ ڪم آندو آهي.

اين خواهر خود که لاڏله من ست.

خسرو دهلويءَ جو بيت:

پان خورده بمن داده، اگال ان بت مهندي،

اين بوسه به پيغام چه رنگين مزه دارد؟!

اشرف شاعر جي هڪڙي بيت ۾ آهي ته:

چوکهندي شکوهش اگر سايه افگند.

عرفي شاعر جي هڪڙي بيت ۾ آهي ته:

سر گشتم ز کچره ايام.

پوءِ ايران ۽ ترڪستان جا لفظ ۽ اصطلاح ۽ شاعرانا خيال، اچي داخل ٿيا، ۽ انهن اهڙو مزو ڏنو، جو هندستان جون خاص اصل ڳالهيون، گم ٿي ويون ۽

انهيءَ وقت جون پارسي قديم مشابهتون وغيره، اجان تائين، اردو شعر ۾ ڪم پيون اچن.
سنڌي ٻوليءَ ۾ شعر جو به، ساڳيو اهو ئي حال آهي، پهرين، ستين صديءَ ۾، آرين يعني برهمڻ ۾ ٻڌ ڌرم جا راجا هئا. ڏهين صديءَ تائين، سيميٽڪ يعني عرب ۾ عجم جا حاڪم آيا. پوءِ مونگل يا مغل آيا. پوءِ وري به موٽي آرين جا حاڪم آيا، يعني انگريز. انهن سڀني طبقن ۾ حڪومتن جو اثر، سنڌ جي ٻوليءَ ۾ شعر تي رهيو. پاشا وانگي، پهرين انهيءَ ۾، سنسڪرت ۾ پراڪرت لفظ پيا، پوءِ عربي، پارسي ۾ ترڪي لفظ پيا. پوءِ افغاني يا پٺاڻڪا ۾ بلوچڪا ۾ سرائڪا لفظ پيا. پڇاڙيءَ ۾، انگريزي لفظ به اچي داخل ٿيا. نج سنڌي حرف (ٻ، ڄ، ڃ، ڏ، ڳ، ڱ، ڻ)، اصل واري تر جي ٻوليءَ جون نشانيون آهن.
(ڪوڏر، گڏه، ڏيرو، ڇمڻ) وغيره سنسڪرت لفظ پراڪرت منجهان حرف بدلائي آيا،
(ٿوم، دٻلو، سٽ، ڪَڄر، ٻنيو، ڏڏ، ڍولڪ) وغيره عربيءَ ۾ پارسي مان آيا.
(اوطاق. چقمق، تڪمون، چلمچي بورچي) وغيره، ترڪيءَ مان آيا.
(ٻوڙو، ٻڪڻ، سوٿهڙ، ڇڱو، ڏاڳو)، وغيره هندستانيءَ يا پاشا مان آيا.

(ڏون، ڍاڙو، پرائي، ڪنا) وغيره سرائڪيءَ مان آيا.
(وڳ، اٽالو ڄانگهون، گهٽو، ليڙو، ٻوم،) وغيره بلوچيءَ مان آيا.
(ٻوٻو، ڏاڙو، گيدي، گهل، ڊال) وغيره پٺاڻڪيءَ يا پشتوءَ مان آيا.
(ٻاٽلي، پلٽڻ، چاپ، درجن، بٽن، ڪيٽلي، اسپتال رپورٽ) وغيره انگريزيءَ مان آيا.
اها آهي اسان جي اڄوڪي سنڌي يا سنڌ جي اردو يا ريخته جا نثر ۽ نظم ۾ آئي آهي.
انهيءَ طرح، جيڪو سنڌي شعر، پهرين چوڻ ۾ آيو، سو ٻين ملڪن جي شعر وانگي، قصن ۽ جنگين بابت هو ۽ اڪثر، اڻ پڙهيل ماڻهن جو چيل هو ۽ اهو، ڀٽ يا چارڻ يا مڱڻهار چوندا هئا ۽ ڳائي، ٻنندا وتندا هئا، جيئن انگريزن ۾ بارڊ ڪندا هئا ۽ اڄا تائين به، سرندائي، اُهي چوندا وتندا آهن.
راءِ ڏياج، سسئي پنهون، عمر مارئي، هير رانجهو، سهڻي ميهار، مومل راڻي، دودو چنيسر، ليلان چنيسر، شاهه بهرام ۽ ٻيا اهڙا قصا، سڀ لوڙائو بيتن جي صورت ۾ هوندا هئا، ۽ پوءِ لکڻ ۾ آيا.
انگريزن ۽ ميرن جي جنگ به انهن سرندائين کان، اوهان ٻڌي هوندي:

میر نصیروءِ جنگ ته لائي سڑئي صوبدار،
ءِ لڳو گورو، پڳو نوڙهو، لس لغارين لائي.

اڄوڪي وقت جو بچو بادشاهه ءِ پيرو وزير ڪي به، ماڻهن نه چڙيو آهي ءِ اهڙي شعر ۾ وجهي چڙيو آهي. ساڳئي انهيءَ وقت ۾، مداحون ءِ معجزا ءِ مولود به چوڻ ۾ ايندا هئا. جيئن هندستاني يا پاشا ۾، اوائل جو شعر، دهرن ۾ هو ءِ مضمون، جنگي يا ذرمي هو، تيئن سنڌيءَ ۾ به دهرا يا ڏوهڙا هئا، يعني به سٿون يا مصراعون، ساڳيءَ طرز تي، قافين سان. ابوالحسن جي سنڌي، مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي، مخدوم ابراهيم جي سنڌي، ميان عبدالرحيم گرهوڙ واري جي سنڌي، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي سنڌي، شاهه عنايت صوفيءَ جي سنڌي، انهن سڀني قديم بزرگن جو ڪلام، انهيءَ قسم جو شعر آهي، يعني دهرن ۾ ءِ مضمون، اڪثر مذهبي آهي، يا جي قصن بابت آهي، ته به تصوف يا مذهب جي پيرائي ۾ آهي. مثال لاءِ به چار دهرا يا بيت، ابوالحسن جي سنڌيءَ مان ڏجن ٿا، جن مان طرز توڙي ٻوليءَ جو نمونو ملي سگهي ٿو:

جيئرن ڪي جان ڏئي مئن ڪي مرهي،
ايڏا احسان رب ري ٻيو ڪير ڪري؟
اَت اُپايا پاتشاهه عالم گهڻا الڪ،
ڪي هلن، ڪي سرن، ڪن ڏنائين پک،

هاڻي سڻ سچاڻ تون هنئن جي ڪنن،
ته صحي پڇيو سپ ڪو، ڪارڻ پاڻ ڪمن.
پر پڇ پهرين قيام ڏينهن وحدت ڏٺيان پوءِ،
ٿيندي صحيح صلوات جي شڪ م پائي ڪوءِ
تاته ترسي، پانهنجا، شرط سپئي سک،
ڪندا چيري جپئين، پاڻ پراهون رک.

۽ شاه ڪريم جي سنڌيءَ جو مثال:

(1) هنيون ڏجي حبيب کي، لڳ گڏجن لوڪ،
ڪڏيون ۽ ڪروتون، اي پڻ سگهر ٿوڪ.
(2) مٿ پيڙيائي پلي، جي اپٿين ته واءُ،
جم پڌر وڌيئي ڳالهڙي ته چڙي وجي سماءُ.
(3) ڪن هي وڪڻي، ڪن ڪي ٻيا گنيج،
سندي پريان ڳالهڙي تني سان سٽيج.
(4) پڙهيا جي پاڻان، سيئي سيله ٿيام،
اکر اڳيان اُپري، واڳو ٿي وريام.

اهو سنڌي شعر، سترهين صديءَ جي شروعات تائين هليو. پوءِ، انهن دهرن (دوهن) يا بيتن ۾، هيتري ڦير گهير ٿيڻ لڳي، ته هر هڪ بيت جي جدا جدا قافين هئڻ جي بدران، ڳچ جيترن بيتن جو هڪڙو قافيو رکي، پوءِ وري ٻيو قافيو وڌائون، جيئن مخدوم عبدالصمد نورنگ پوٽي جي ڪتاب ”بيان العارفين“

يا ڪتاب ”تنبيه الجاهلين“ يا ”نور نامي“ ۾ آهي.
نمونو هيءُ آهي:

هاڻي هِنيان پوءِ ٿو سو ڪري بيانا،
۽ ٿو فرمائي اُن رسالي ۾ ڪري اعلانا،
ته جڏهن رسالو فارسي آءٌ ڪندس تماما،
تڏهن مور نه رهندو مخفي طالبن ڪنا.

جهنگلي شعر جي نشاني، مٿئين بيت ۾ ظاهر آهي، يعني، قافيو اڪثر الف جو آهي ۽ جنهن به لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ الف ٿنبي، قافيو ڪري آڻيندا هئا.

ٻيو نمونو هيءُ آهي، جو ”نور نامي“ مان آهي:

تن سپني کي ٿو رسائي، مون ڏٺي رزقا،
ڪو نه وساري ڪٿهين برين منجه بحرا،
توڙي نيڪ بندا هون سي، عبادت وارا،
توڙي سي بخيل هون، توڙي متڪبرا،
توڙي ظالم هون سي، ڪه وري فقيرا،
توڙي صالح هون سي، ڪه وري بدبختا.

ٻي ڦير گهير، وري مداحن، جي حالت ۾ ٿيندي هئي، جن ۾ هر هڪ دهري ۾، ننڍيون ننڍيون تڪون رکندا هئا ۽ مهڙ واري مصراع ”بند“ يا ”ڪورس“ وانگي، بيت بيت جي پٺيان آڻيندا هئا. ميان سرفراز ڪلهوڙي مداح، مسلمانن جي نبي صلي الله عليه وسلم جن جي بابت ڏسو:

”پلا چام! هن غلام سندو سوال سٽين تون!“
اهو آهي ”ڪورس“ يا ”بند“، جو ذري اچي
ٿو.
آهيان ڏڏ، غمن گڏ، سچا سڏ، سٽين تون،
پسي پاڻ، ڪرم ساڻ، ڏکيا ڏاڻ، ڏئين مون –
پلا چام....
لنگهيا لڪ، لٿا شڪ، هلي حق، گڏياسون،
۽ في الحال، منجهه وصال، اچي محب ملياسون –
پلا چام...
سرفراز کي، اداس، آهي آس او هان ڏهن،
رهه راس، بند خلاص، خوبي خاص ڏئين مون –
پلا چام......
جمن چارڻ نابين واري ٻي مشهور مداح، ۽ پيران پير
کان اکين جي روشنائيءَ گهرڻ بابت:
”يا پير پيران بادشاهه! رحمه الله عليه“
اهو آهي بند.
فرزند آهين حسنين جو
آئون سائل تنهن ثقلين جو،
درگهه مٿي دن رين جو
اوجر مڱان عينين جو،
دارو ٿئي دارين جو
يا پير پيران بادشاهه!

”جمن“چوي جاهل آهيان
ڪرتن ڪچو ڪامل (ڪاهل؟) آهيان،
تو در سندو سائل آهيان
يا پير پيران بادشاهه!

انهيءَ طرح، بند بند ڏيندو هليو ويو آهي.
اهو آهي عام نج سنڌي شعر جو اوائل وارو نمونو، جي عيسوي سورهين ۽ سترهين صديءَ تائين هليو. ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام ظاهر ٿيو، سو به دهرن يا بيتن ۾. پوءِ هو، انهن ۾ نئين ڦير گهير ڪرڻ لڳو. مضمون به بدلجي، ظاهري قصن جي صورت ۾، مگر باطني مذهب يا تصوف جي صورت ۾ ٿيو، جو زياده اثر ناڪ ٿيڻ لڳو. اهي بيت، ماڻهو دل وندرائڻ لاءِ، وڏي آواز سان، سر بيهارڻ لاءِ، پوئين مصراع جو پويون اڌ، قافئي وارو، يا ڪڏهن پهرئين جو به، اڳي ڪري چوندا هئا، يا وري ٻيو پيرو چوندا هئا. پوءِ انهيءَ طرح، بيتن چوڻ جو رواج پئجي ويو. مثلا:

سک منهنجا سپرين! نهائينءَ ڪان نيهن،
ٻاهر ٻاڦ نه نڪري، سڙي سارو ڏينهن.

انهيءَ دهري يا بيت کي، چوڻ يا ڳائڻ ۾، قافئي وارا اڌ، پهرين چوڻ ۾ آيا. هن طرح:

نهائينءَ ڪان نينهن، سڪُ منهنجا سپرين!
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري.
انهيءَ ڦير گهير ڪري، زياده لذت ٿي اچي ۽ مضمون جو اثر، زياده دل تي ٿو ٻيهي. شاهه صاحب جي دهرن، يعني ٻن مصراعن وارن بيتن جا، ٻه چار مثال ڏيڻ گهرجن، جنهن مان انهن جي ٻوليءَ يا مضمون جي خوبي معلوم ٿيندي.

(1) ڪانهي جاءِ جلڻ جي جان جيئين تان جل،
ڪانهي ويل وهڻ جي تتيءَ ٿڌيءَ هل.

(2) ويٺن ڪونهي وراڪو، ستن ڪونهي سنگ،
هوت هلندي ڪٿيو، جن انگن چاڙهيو انگ.

(3) روزا نمازون، ايءُ پڻ چڱو ڪم!
او ڪو ٻيو فهم جنهن ۾ پسجي پرينءَ ڪي.

(4) ستي نه سرندياءِ، ڪر پچاڙ (پچار؟) پرينءَ جي،
وهامي ويندياءِ گهڻا هٿنديءَ هٿڙا.

(5) انئي پهر آرٿ سين، ڪي (جي؟) ڪتن ۾ ڪنبن،
تنجو صرافن، ڦورو ڦولهيو ڪينڪي.

(6) هنج نه رهيو هيڪڙو، ويا مور مري،
وطن ٿيو وري، ڪوڙن ڪانيرن جو.

(7) يار سڏائي سپ ڪو، جاني زباني،

آهي آساني، پر ڪم پئي ٿي ڪل پوي.

ٻي ڦير گهير، شاهه صاحب، هيءَ وڌي، ته ٻن مصراعن جي بدران، وڌيڪ مصراعون وجهڻ لڳو. ڇئن، پنجن، اٺن، ڏهن تائين. مثلا:

اڻ چوندن ڪيم چؤ، چوندن چيو وسار،
آنئي پهر ادب سين، پر اهائي پار،
پايو منهن مونن ۾، غربت ساڻ گذار،
مفتي منجهه وهار ته قاضي! ڪانيارو نه ٿئين.

۽ ڪن مصراع ۾، ڪا وڌي آيت يا ڪنهن ٻئي شاعر جي مصراع وجهي، وزن کان وڌائي، تمام ڊگهي ڪري به آندائين. مثلا:

ڪونهي قادر ڪو ٻيو انهيءَ جو اپاءُ،
قل لن يصيبنا الا ما كتب الله لنا، هو مولانا، ايءَ معذرت ماڳ،
سپوئي سپاڳ، مارئيءَ مساوي ڪيو.

يا:

”سر در قدم يار فدا شد، چه بجا شد، وصل اهوئي ونگ.“

اهي آهن اوائل جي شعر جون نشانيون. اگرچه شاهه صاحب، پارسي شعر مان واقف هو ۽ بحر ۽ وزن جي خبر پئجي سگهيس ٿي، ته به هن، نئون پارسي طرز، پسند نه ڪيو ۽ نه وري پارسي لفظ استعمال

ڪيائين. پراڻو، دهرن وارو طرز، وٺيو آيو. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي، ته سندس ڪلام تي، جلال الدين روميءَ جي مثنويءَ جو، گهڻو اثر پيل هو، خصوصا شعر جي مضمون تي. انهيءَ ڪتاب جي پڙهڻ کان پوءِ، رسالي چوڻ جو شوق ٿيس ۽ انهيءَ جو مضمون، ڪن ۾ آندائين. پهريون بيت، جو انهيءَ خيال سان چيائين، سو مثنويءَ جي پهرئين بيت جو ترجمو هو. مثنويءَ جو پهريون بيت هيءُ آهي:

بشنو از ني چون حڪايت ميڪند؟

از جدائيها، شڪايت ميڪند.

اڄ جيڪر، اسين، انهيءَ جو ترجمو، ضرور، هيئن ڪريون - ساڳئي بحر ۽ مضمون ۾:

نڙ کان ٻڌ، جڏهين صدائون ٿو ڪري،

۽ جدائيءَ جون گلائون ٿو ڪري.

پر شاه صاحب، ائين پسند نه ڪيو. دهري جي صورت ۾ هيئن چيائين:

وڍيل ٿي وايون ڪري، ڪنل ڪوڪاري،

هن پڻ پنهنجا ساريا، هو هنجون هڏ هن لئي هاري.

يا وري، مثنويءَ جو بيت آهي ته:

ان ندا ڪه اصل بربانگ ونواست،

خود ندا آنست واين باقي صداست.

تنهنجو ترجمو، شاهه صاحب، دهري ۾، ڪهڙو نه سهڻو ڏنو آهي!

سو پڙاڏو سو سڏ، وَرُ وائيءَ جو جي لهين،
هئا اڳهين گڏ، پر ٻڌڻ ۾ ٻه ٿيا.

يا وري مثنويءَ ۾ آهي ته:

صبر را باحق قرين کرد اي فلان!
آخر والعصر را آگه بخوان.

۽ شاهه صاحب، وڏائي، ٽن چئن مصراعن ۾ هيئن ٿو چوي ته:

پر ۾ پڇيائون، عشق جي اسباب کي،
دارون هن درد جو، ڏاڍو ڏسيائون،
آخر والعصر جو، اُنهين اتائون،
تنهان پوءِ آءٌ، سڪان ٿي سلام کي!

آخر والعصر جو دارون يا علاج آهي ”صبر“، جيڪو لفظ، قرآن جي ”والعصر“ واريءَ سورت جي آخر ۾ اچي ٿو (يعني وتواصوا بالحق وتواصوا باالصبر).

انهيءَ طرح، رومين ۽ چينين وارو مثنويءَ جو ذڪر، ڪيترن بيتن ۾، هن آندو آهي، جن ۾ منڍ جي مصراع آهي:

طالب قصر، سونهن سرايءَ، روميءَ جي روءِ
(يا روميءَ جي راهه، يا روميءَ جي رهاڻ وغيره)

انهيءَ ۾ بالڪل شڪ ڪونهي ته مثنويءَ جو اثر، شاهه صاحب جي ڪلام تي گهٽو پيو، پر مضمون تي پيو ۽ نه بحر يا طرز تي.
پيون به ڪي ڦيريون گهيريون آهن، جن جي ذڪر ڏيڻ جو ضرور ڪونهي. جيئن مداحن وانگي، هر بند جي مصراع ”ڪورس“ وانگي، ذري ذري آڻڻ. جيئن ڪاپائتيءَ جي مت ۾ آهي ته:
چر کو چوري، ڪت ڪا تار.
اگرچه شڪ آهي، ته اُهو، شاهه صاحب جو ڪلام نه آهي، يا ڍٽڪي يا بلوچڪي ٻوليءَ جو شعر چوڻ، يا بيتن کان پوءِ، وايون آڻڻ.
سنڌي بيتن جي رواج وجهڻ سان گڏ، شاهه صاحب، سنڌي راڳ جو به پايو وڌو. هندستاني ڳائڻا، شاهه صاحب وٽ رهندا هئا، ۽ ٻيا ڪلام ڳائيندا هئا، جي شاهه جي رسالي جي 15، 16 ۽ 17 سر ۾ ڏنل آهن.
جدا جدا راڳڻن ۾، پهرين ڪي ڏوهڙا ڳائي، پوءِ غزل يا ٺمري يا لاوڻي ڳائيندا هئا. انهيءَ نموني تي، شاهه صاحب به جدا جدا سرن ۾، بيت چئي، پڇاڙيءَ ۾ ڪي وايون آنديون، ۽ انهن واين وري، پوءِ سنڌ ۾، ڪافين جو بنياد وڌو.
هڪڙي ننيڙي وائيءَ جو مثال، هتي ڏجي ٿو، جا اڪثر، ڪافيءَ جي سر ۾ ڳائبي آهي:

پسي ڳاڙها گل، متان ڪو چانگي ڪي چاري!

1- ملڪ به ايند ئي موت جا، ڪري هيبتون هل،

2- نيئي ذريندئي ذوڙ ۾، مٿئون پڙهندئي ڪل،

3- اديون! شاهه لطيف چئي، مون تان لاهج پل.

دل پئي چوي، ته شاهه صاحب جي ڪلام مان، ڪي چونديل خيال ٻڌايان، پر وقت ڪونهي. اهو ئي هڪڙو شعر آهي، جو هن پوئين صديءَ لاءِ، شعر جو استاد يا ڏاڏو شمار ۾ اچي ٿو - جيئن فردوسي، پارسيءَ ۾، ۽ چاسر ۽ پوءِ شيڪسپيئر، انگريزيءَ ۾ شمار ڪجي ٿو ۽ جنهن جو ڪلام، اڄ تائين، هر دلعزيز آهي ۽ اُن جو گهڻو ڀاڱو، گڏجي حل ٿي ويو آهي ۽ انهيءَ جون اڪثر مصراعون، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾، چوڻين ۽ پهاڪن وانگي، ڪم اچن ٿيون. انهيءَ قديم استاد جي ڪلام تي، اڃا به وڌيڪ ڌيان ڏيڻ ۽ ڪوشش ڪري، انجي وڌيڪ خوبين ڪيڏي ظاهر ڪرڻ لاءِ، سڀني سنڌي ٻوليءَ ۽ شعر جي خير خواهن کي منهنجو عرض آهي. مون، پنهنجي وت آهر، ٿوري گهڻي ڪوشش ڪئي آهي. سندس تاريخي احوال لکيو اٿم، سندس رسالو، جو اڳي اڻ پورو هو، سو وري نئون ڇاپايو اٿم، سندس رسالي جي خلاصي لغت، ”لغات لطيفي“ نالي ڇپائي اٿم، سندس رسالي جون جيڪي مصراعون، ضرب المثل ٿي ويون آهن،

سي ”لطيفي لات“ جي نالي هيٺ ڇپايون اٿم، سندس رسالي ۾ ڪهڙو مضمون يا ڪهڙو بيت ڪٿي لڀندو، تنهن لاءِ ”رسالي جي ڪنجي“ ٺاهي اٿم، نموني لاءِ، سندس هڪڙي سر سهڻيءَ جي مفصل شرح ۽ سمجهاڻي ڏني اٿم ۽ سسئيءَ وارن سرن جا پاڱا، جي مئٽريڪيوليشن امتحان لاءِ مقررر آهن، تن جي مختصر شرح، ٻارن لاءِ ڏني اٿم ۽ سندس چونديل بيتن جو منتخب ڪيو اٿم. اهو سڀ ڪم، شاهه صاحب جي ڪلام سان محبت جي پٺيان ڪيو اٿم. سنڌ جي ڪن ٻين صاحبن به، اهڙو پورهيو ڪيو آهي. اميد آهي ته اسان جا نوجوان پڙهندڙ، انهيءَ قسم جي، اجا به زياده محنت ڪندا ۽ پڪ آهي، ته انهيءَ مان ڪين خوشي، ۽ ٻين کي فائدو حاصل ٿيندو.
شاهه صاحب جي وقت جا، يا انهيءَ کان پوءِ جا شاعر به سندس پيروي ڪرڻ لڳا ۽ اڄان تائين به اڪثر، قصن يا جنگين جهڙو بيان، انهيءَ نموني جي بيتن ۾، چوڻ ۾ ايندو آهي، جو نج سنڌي شعر جو نمونو آهي. شاهه صاحب کان پوءِ، سگهو ئي، يعني ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾، ٻيو هڪڙو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي، جو درازن وارو سچل فقير فاروقي هو. انهيءَ جو به سنڌي ڪلام، گهڻو ڪري، شاهه صاحب جي تتبعي تي چيل آهي، باقي سندس ٻيو ڪلام،

سرائڪي ٻوليءَ ۾ آهي، جا رياست خيرپور جي ٻولي آهي ۽ درازا، رياست آهي. مضمون جي ڪري، سارو ڪلام، تصوف جو آهي. چڱو ۽ اثرناڪ آهي. ڏوهڙا ۽ بيت به آهن ۽ ائين جي بدران ڪافيون آهن، جي جدا جدا سرن ۾ آهن. سچل فقير جا ڪي مشهور ٻالڪا يا مريد ۽ شاگرد ٿيا، جي پڻ مشهور آهن - جيئن ته يوسف فقير ڪوڪر، گهرام فقير جتوئي، عثمان چاڪي، خير محمد جسڪاڻي ۽ ٻيا. انهن سڀني جون ڪافيون ۽ ٻيو ڪلام مشهور آهي. سچل فقير جي پارسي غزلن جو ديوان به آهي، جنهن کي ”ديوان آشڪارا“ ٿا چون، جو انهيءَ ۾، سندس تخلص ”آشڪارا“ آهي.

سچل فقير جي سرائڪي ڏوهڙي يا بيت جو نمونو هيءُ آهي:

خيال بزرگي ڏهون نه ميرا، نا منگان مخدومي،
ناوت پير مشايخ ٿيوسي، ناوت نانئن نجومي،
دعوت دي دائري نه سکيوسي، ناوت علم رسومي،
ناوت هندي، سنڌي، شامي، ناوت زنگي رومي،
سچو! ڪٿ نهين ڪوئي پيدا هوندا وچ معدومي.

۽ سندس سنڌي بيت جو نمونو هيءُ آهي:

الهه لڳ اُڏام، تون موٽي محبوبن ڏي،
وڃي ڏيج پرين کي، پڃيءَ جا پيغام،

ڪري قدمن تي پئي، سؤ لک ڏيج سلام،
آهي اوهان ري پرين! هت مڙئي ماتام،
اچڻ جو انجام ڪر، سگهو طرف سچوءَ جي.
۽ سندس هڪڙي ننڍي سنڌي ڪافي به، نموني لاءِ،
ڏجي ٿي، جا اڪثر، سر بروي مان ڳائبي آهي:
پول نه پئي ڪنهن پل - تون ته آدم يار ناهين!
1- ملڪن ٿي سجدا ڪيا، واه مٿي! تنهنجو ملهه!
2- لڪو ٿو لاتون ڪرين، جيئن باغ اندر بلبل،
3- ڪير ٿيائي، ڪير ڪڏائي، شاه بنا دلدل؟
4- احد منجهارون عبد سڏايئي، هوئين پاڻ اصل،
5- سچل چوي سچ ٿي آئين، ڪونهي تنهنجو تل.
سرائڪي ڪافيون، زياده عمديون اٿس.
سچل فقير جو ٻالڪو يوسف فقير، جنهن کي نانڪ يوسف سڏيندا هئا، توڙي روحل فقير ۽ مراد فقير ڪنڊڙيءَ واري جو ڪلام، نه رڳو سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ آهي، پر هندي ڀاشا جي نموني تي، ٻاٽين وانگي به آهي ۽ انهيءَ ڪري، هندو ماڻهو، انهن کي گهڻو چاهيندا آهن. نمونو هيءُ آهي-
روحل فقير جو سنڌي بيت:
هڪ هندو، ٻيو مسلمان، ٿيو وچ وڏائون وير،
انڌن اونده نه لهي، تنڪي، سچ چوندو ڪير،
روحل! راه پرينءَ جو، جان گهڙي ڏٺوسين گهير،

ته رب مڙوئي هيڪڙو، جنهن ۾ ڦند نه ڦير،
سا ڪاڏي ڪندي پير جا ستي ڪعبه الله ۾؟
۽ پاڻيءَ وارن ڏوهڙن جو نمونو هيءُ آهي:
(1) جل پيتراڪ، اگن جلت هي اجواڙا بن ڏيوي،
انبرت ڏار امين پڙت هي ڪوجن ورلا پيوي،
پريم پياس لڳي ارانتر، اور ڪڇو نهين پاوي،
ڏيهڙي پيتر الک براجي، جو ڪوجي سو پاوي،
امرا پور ۾ آسن ڪينا درجن مار هٽايا،
روحل! رات گئي دن پايا، منشا منگل گايا،
(2) چت ڪو ڪهيو نه من ڪري، من ڪو ڪهيو نه چت،
ڪايا ننگري گام مه، دونون جهڳڙن نت،
سنڌي بيتن ۾، جن هندو شاعرن به، تمام چڱو ڪلام چيو آهي، جيئن ته لعلو پڳت جو، ڪامسين ڪامروپ وارو قصو، ۽ سامي مينگهراج يا سندس ٻالڪي پائي چينراءِ شڪارپوريءَ جا سلوڪ. انهن جو نمونو به، ڏيڻ گهرجي:
(1) ٻيائي منجھ ٻڏي، مورک ويا ڪيترا،
ڪو سامي ساڌ لنگهي پيو، ڪر پاساڻ ڪڍي،
چاڙهي جنهن گر گيان سان، گگن منجھ گڏي،
توڙي ڪري لاڏ لڏي، نه به سيتل رهي سپاءَ ۾.
(2) مومن مسلمان، ڪوڙئن ۾ ڪو هڪڙو،

جو واصل ٿي وحدت ۾، ڪڍي غير گمان،
نورمحل جي نانوَ تي سيل ڪري سجان،
تنهن ڪي سڀ جهان، ڄاڻي دوست خدا جو.
(3) جاڳي جنهن جوڏي، جيتو من مواس ڪي،
ڪڍيو تنهن ڪلپت جو، لشڪر سڀ لوڏي،
سامي: لائين لِڪ ۾ پنجئي پرٻوڏي،
ويٺو گهر سوڏي، ساکي ٿي سنسار جو.

اهو، اڳوڻي نج سنڌي شعر جو نمونو، ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۽ ميرن جي صاحبيءَ جي اڌ تائين هليو. پوءِ، انهيءَ ۾، ڦير گهير ٿيڻ لڳي. مير ڪرم علي خان جي راڄ ڌاري، يعني ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري، پارسي ٻولي، گهڻي رواج ۾ اچڻ لڳي. ايران جا قابل ماڻهو، سنڌ ۾ اچڻ لڳا ۽ پارسي غزل، قصيدا، مسدس، وغيره، رواج ۾ اچڻ لڳا. پارسي شعر جي بحرن ۽ وزنن تي، خود مير صاحب ۽ ٻيا ڪي سڪر ماڻهو، شعر چوڻ لڳا. پارسيءَ جي تتبع تي، شاعر، سنڌي شعر به، پارسي وزنن تي چوڻ لڳا. انهيءَ وقت ڌاري، سيد ثابت علي شاه ظاهر ٿيو. هن، مرثيا ۽ منقبت، پارسي نموني تي، تمام عمدا چيا. بلڪ ڪي هجوون، سفرناما ۽ ٻين قسمن جو شعر به چيائين. تمام گهڻو شعر چيو اٿس، جو سڀ پارسي بحرن تي آهي. منجهس پارسي لفظ ۽ جملا، بالڪل آزاديءَ سان ڪم

۾ آندا اٿس. ڪنهن مرثيي ۾، ته سڀ ڪنهن بند جو بيت، پارسي زبان ۾ چيو اٿس، ٻيو سنڌيءَ ۾، ۽ ڪنهن بند ۾، ديوان حافظ مان مصراعون، تضمين ڪري آنديون اٿس. شاه صاحب جي ڪلام وانگي، ثابت علي شاه جا مرثيا به، سر سان ڳائيندا آهن. مرثين جا ٻه - ٽي بند، نموني لاءِ، هيٺ ڏجن ٿا:

بيدرد ڪؤن مَ پڇ غم درد دل يتيم،
درد دل يتيم ڪي چاڙي دل دونيم،
عرش عظيم ۾ پيو نت غلغلو عظيم،
عابد يتيم وبيڪس وبيمار ڪي غنيم،
باس ۽ پائر رڻ ڪهي قيدي ڪري عيال
ٿيا شام ڏي روانا، وٺي مصطفى جو آل.

ٻئي مرثيي جو بند، جنهن ۾ پارسي بيت آهي:

هئي هئي! نبيءَ جي باغ جا نوري نول نهال،
هئي هئي عليءَ جا راحت جان فاطمه جا لعل،
اڄ ڪؤن اسارا ٿي هليا، هئي ظلم! هئي زوال!
ڪومائي، گل ڪري پيا پونءِ تي ٿي خسته حال،
باد خزان وزيد به گلزار اهلبيت،
برق ستم رسيد به آنبار اهليت.

هن چؤ مصرعي بند ۾ حافظ جو بيت ڏنو اٿس. انهن جون گهڙيون ئي مصراعون، انهيءَ مرثيي ۾ ڏنل آهن:

خوشحال ٿي ڪٽج ايءَ زاري ۽ زبردستي،
سپ پائنج سر بلندي، ايءَ عاجزي ۽ پستي،
هنگام، تنگدستي، در عيش ڪوش مستي،
ڪاين ڪيمياي هستي، قارون ڪند گدارا.

هن مرثيي جي بند ۾، امام قاسم جي پهلوانيءَ جي تعريف ۾، شاهنامي جا اشارا آهن، ڪهڙو نه چڱو چيو اٿس:

هن ڪي چا افراسياب ۽ هن ڪي چا اسفنديار؟!
چا هي بيزن؟ چا هي برزو؟ چا فرامرزالفرار؟!
گيو هت گوشو ڪري نرمي نريمان جو شعار
طوس جو چا تاب هت؟ گردرز وگرگين گيرودار،
هِي مجي رب جي رضا سر ڏئي ته ڏئي، ورنه محال،
ناهي ملڪ الموت ڪي ان جي تقابل جي مجال!

ثابت علي شاهه جي حياتيءَ جو احوال ۽ سندس مرثيا به، مون ڇپايا آهن، ۽ ساڳيءَ طرح، شاهه ڪريم ۽ سچل فقير جي حياتيءَ جو احوال ۽ سندس ڪلام به، ڇپايو ويو آهي.

انهيءَ وقت کان وٺي، سنڌي عشقيه يا مدحيه شعر، پارسي وزنن تي شروع ٿيو، جو اڄ تائين هليو اچي. پارسي ديوان جي نموني تي، پريندي پريندي، خليفي گل محمد، هالن واري، گذري صديءَ جي وچ ڌاري،

سنڌي ديوان لکيو، جنهن کي ديوان گل چون ٿا. انهيءَ ۾، سنڌي الف - بي جي سڀني حرفن جا قافيا ڏنل آهن ۽ انهيءَ ۾ به، گهڻا نج سنڌي لفظ، ڪم آندل آهن. نمونو هيءُ آهي:

غزل

سور ٿيو سينگهار جن جو ڏک تني جو آهه ڏيج،
ورهه ووءِ ٿيو وروهڻ، هاءِ هئي هئي آهه هيج!
مرض محبت جو اندر ۾ ڪهه ڪندو تن کي طبيب؟!
درد ٿيو دارو، دلا! ڀڪيون ڦڪيون آزار ايج.
جوش جذبي ۾ زياده، منجهه طلب وڌو وڌن،
ڪو نه ڪن ٿا ڻاهه ڻرئي، جيئن تپن ڪن تاءُ تيج.
پوک تن جي پرت پڇرڻ، هيج هر لو نيهن نار،
برهه باهيون، کهڙ ڪايو، آب اکين آهه ريج.
ٿيا سڪي سرها سدا، آباد ۾ ارها مدام،
ٿيا وتن گلزار ”گل“ کاڻن کٿيو ڪو کوب کيج.

غزل ٻيو

دور دنيا جي مٿي اي دل! ڪئي آيا ويا،
سک مٿي سورن سٿي اي دل! ڪئي آيا ويا.
ڪي سوداگر راتو ڏينهان منجهه وڻڻ وڪڻڻ خراب،
ڪوڙ دنيا جا ڪٿي، اي دل! ڪئي آيا ويا.
ڪين ڪيون پوکون، ٿيون پرپور، ٻي پاڻي جڏهن،
پوءِ پڪيءَ هيون هٿي، اي دل! ڪئي آيا ويا.

ٻانڌ ڪيئي بحر ۾ لڙهندا وتن پاڻيءَ مٿي،
پيا سڪيءَ پاڻي لٿي، اي دل! ڪئي آيا ويا.
ويا دنيا جا شاهه ڪئي، دنيا چڏي منجهه هيٺ پونءِ،
پاڻ مهٽيندا ڪٿي، اي دل! ڪئي آيا ويا.
گل! حقيقت ٿو پڇين ڪهڙي، دنيا جي دور جي؟
ڪا خبر ڪنهن کي اٿي، اي دل ڪئي آيا ويا.

انهيءَ کان پوءِ ته انهيءَ طرز تي، گهڻن، هاڻوڪي زماني ۾، شعر چيا آهن، جي جدا جدا مضمونن تي آهن. اڳوڻي بيتن واريءَ طرز تي به، اجا شعر چوڻ ۾ اچي ٿو - پر اڪثر هاڻ، پارسي وزنن تي شعر چوڻ ۾ اچي ٿو - مثنوي، قصيدا، غزل، رباعي، وغيره. هنن پوئين شاعرن مان گهڻن، ديوان به لکيا آهن، پر انهن سڀني مان، ٻن ماڻهن جو شعر، خاص تعريف جوڳو آهي - هڪڙو حمل خان لغاري، جنهن جو گهڻو شعر، سنڌي توڙي سرائڪي ٻوليءَ ۾ آهي. سچل وانگي، هن جو به سرائڪي شعر، سنڌي شعر کان چڱو آهي. اڳوڻي سنڌي شعر جو تتبع ڪيو اٿس. سندس سنڌي بيت جو نمونو، هيءُ آهي:

يارائي يارن مون، ويئي ڙي ويئي،
گڏيل هئي گمان ۾، سا پڌري ٿي پيئي،
محبت لڌي ملڪ مون، ڏک ويا ڏيئي،
دوست ڦري دشمن ٿيا، جانب هئا جيئي،

سچڻ مٿا هئا ساهہ ڪون، سامهون ٿيا سيئي.
”حمل“ هاڻ نيئي ڪنهن کي سور سڏايان؟
سندس هيءَ سرائڪي بيت، چرچي جهڙو ۽ اچوڪي زماني جي ٿوٺ، رولو، ۽ ٽنبي ماٺهو تي ٺوڪ آهي. چوي ٿو ته:
ڏنگي ٿور تي ڏنگي پٽڪي، انگليان پنج چهہ چلي!
پٿوين ڪڍ ڪڍ تي وٺ ڏيندي ابتي پيچ اولي!
آڪڙ شاڪڙ نال شهر وچ، ٿوٺ نرن ڪر ٿلي!
طري چوڙ تڙان تي ڪڙندي، گانڊو ڪر ڪر گلي!
سارا ڏينهن گهٽئين وچ گهمندي، ول ول ڏيون ولي!
ٻاهر ٿور لڪان دي ٿرندي، گهر وچ نڪر ٿلي!
گهم گهم تي گهر آون سانجهي، پيسا مور نه پلي!
اڳيون آکن ڪيا ڪٺ آئين؟ ورندي وات نه ولي!
زالان اڳيون زور سي تنهنڪو، خوب ماريندي کلي!
منٿان ڪر ڪر ماءُ چڙ واندي، اگهہ اگهہ اڱيان ملي!
گهر وچ ڪلا بجا، ٻاهر شير بهادر بلي!
حمل جنهن گهر حال اهو سو آک ڪيوين گهر هلي؟!
پيو آهي ميان محمد قاسم هالائي، جنهن کي مئي، ٿورا ورهيه ٿيندا. انهيءَ جو ديوان پڻ ڇپيل آهي. شعر پارسي شاعرن جي تتبع تي اٿس ۽ پارسي شعر، تمام

گهٽو اٿس ۽ پڪو ۽ سنجيدو به اٿس. هن جهڙو، هن پونئين وقت ۾، ڪو ورلو هوندو.
ثابت علي شاهه جي تتبع تي، وري هزهائينس مرحوم مير حسن علي خان ٽالپر، تمام گهڻا مرثيا لکيا آهن ۽ چڱا چيا اٿس.
انهيءَ مان معلوم ٿيندو، ته هينئر، اسان جي زماني ۾، جيڪو سنڌي شعر چوڻ ۾ ٿو اچي، سو ٽن قسمن جو آهي - هڪڙو اوائل واري نج سنڌي شعر جي طرز يا نموني تي، يعني بيتن ۽ ڪافين ۾، ۽ اهو آهي، شاهه صاحب جي تتبع يا پيرويءَ تي، ۽ ٻيو آهي، پارسي شعر جي طرز تي، يعني مثنوين، قصيدن، غزلن وغيره ۾، ۽ اهو آهي تتبع، ثابت علي شاهه جي شعر جو. انهن ٽن قسمن جي شعر جا استاد، به صاحب آهن. سڀني قومن ۽ ٻولين ۾، ڪن خاص استادن جي شعر تي، تتبع ڪرڻ جو دستور، اصل کان هلندڙ آهي، عيب ليکڻ ۾ نٿو اچي، ۽ اها ئي تجويز آهي، جنهن سان شعر، ترقي ڪري ٿو ۽ درجي بدرجي، ماڻهو چڱو شاعر ٿي سگهي ٿو. مٿي چيو ويو آهي، ته چڱن هنرن جو ڪم آهي، اڳوڻن استادن کي نقل ڪرڻ، ۽ ائين ڪرڻ سان، پنهنجي توڙي ٻين ماڻهن جي دل خوش ڪرڻ. ڪتابي علم جي سرمائي وڌائڻ لاءِ، عمدو اُپاءُ آهي، سڌريلن قومن جا ڪتاب ترجمو

ڪرڻ، ۽ عمدي شعر جي سڏارڻ جو اُپاءُ آهي، استادن جي شعر جو تتبع ڪرڻ، يعني انهن جي نموني تي شعر چوڻ. اوهان کي عجب لڳندو، ته انگريزيءَ ۾، عمر خيام جي رباعين جي شوق کان، پارسي رباعيءَ جو طرز، اچي داخل ٿيو آهي، جيئن سنڌي ۾ به ٿيو آهي - يعني چئن مصراعن جي بند مان، پهرين، ٻين ۽ چوٿين مصراع جو قافيو، هڪجهڙو ٿو ٿئي.

مثال لاءِ، ٻه چار رباعيون، عمر خيام جون، سنڌيءَ ۾ ڏيان ٿو:

(1) آءٌ آهيان گنهگار، رضا تنهنجي ڪٿي؟
دل منهنجي ٿي بيمار، شفا تنهنجي ڪٿي؟
ڏيندين جي بهشت تون، عبادت جي عوض،
سودو ٿيو اهو، پوءِ عطا تنهنجي ڪٿي؟

(2) ڪيسين اها عمر، خود پرستيءَ ۾ لنگهي؟
يا روح جي نيستي ۽ هستيءَ ۾ لنگهي؟
مئي بي جنهن عمر ۾ هجن اهڙا فڪر،
بهتر ته اُها خواب يا مستيءَ ۾ لنگهي!

(3) اي قاضي! آهيان تو کان خبردار وڌيڪ،
نشي ۾ به تو کان آهيان هوشيار وڌيڪ،
ماڻهوءَ جو تون پين رت، آئون پيان ڊاک جو رت،
چؤ هاڻ ته آهي ڪير ، خونخوار وڌيڪ؟!

(4) خيام! گناه لئه هي ماتم ڪهڙو؟
غم ڪاءُ نه، غم سان تنهنجو ٿيو ڪم ڪهڙو؟
جنهن ڪيو نه گناه، تنهن کي بخشش نه ملي،
بخشش ٿي گناه لاءِ پوءِ غم ڪهڙو؟
(5) شيطان ۽ نفس، شهوت ۽ غصو آه،
جن چئني ٻڌي ڪري ڪئي مون تي ڪاه،
يا رب! تون بچاءِ دشمنن کون مون کي،
هڪ ڪک آهيان آءٌ، ۽ چؤ طرف آهي باه.

انهيءَ طرح، انگريزي ناٽڪن جي ڪتابن جي طرز تي هينئر، هندستان ۾، بلئنڪ ورس جو رواج پيو آهي - يعني بي قافيه وزندار شعر جو، ۽ ڪيترن انگريزي ٿيونن تي، ڏيهي راڳ چوڻ ۾ اچن ٿا، جي سپ چڱا ٿا لڳن. انهيءَ طرح، استادن جي شعر چوڻ يا ٻين قومن جي عمدي شعر يا راڳ جو ترجمو، انهيءَ شعر جي طرز تي، سنڌي شعر ۾ آڻڻ، اها هڪڙي عمدي ڪوشش آهي، سنڌي شعر جي ترقيءَ لاءِ.

پڇاڙيءَ ۾، مثال لاءِ، آءٌ سچل فقير جي هڪڙي ڪافي اوهان کي ٻڌائيندس ۽ انهيءَ جي تتبع تي، پنهنجي هڪ ڪافي به ٻڌائيندس. سچل فقير جي ڪافي هيءَ آهي، جا اڪثر سر جهنگلي مان ڳائبي آهي:

ٿل:   ڏسو عشق جو انصاف، مڙئي مذهب ڪيئين معاف!

(1)   مڪي وڃڻ مقصد ڪيهو؟ ڪريو اندر تن طواف

(2)   واديءَ ۾ وحدت جي، جڙي لام نه ڪاف

(3)   الانسان سري وانا سره، غازين آهي غلاف

(4)   جوئي مذهب عشق جو، سوئي آهي صاف

(5)   سچو انهيءَ ڳالهه ۾، خس نه آهي خلاف

انهيءَ جي تتبع ٿي، هيءَ ڪافي چئي وئي آهي:

ٿل:   منهنجو عشق ٿيو امام، ڪريان تنهن کي نت سلام

(1)   عدم منجهان آدم آيو، چمندي ٿيو چام

(2)   نوري ناري ذات سنديس، خاڪي سندس نام

(3)   ڪل شيءِ يرجع - آهي اصل جو انجام

(4)   عشق جو مذهب نڪو، نه ڪفر نه اسلام

(5)   الف بنا پيو نه سجهي، ميم نڪو لام

(6)   سچل ڏنو قليچ کي، جود ون پري جام!

قليچ بيگ

[13]

# ڏاڙهياري جبل جو سير

نوٽ: اصل ۾ هيءُ ڪتابچو، رائل سائيز جي اناويهن صفحن تي مشتمل، سنه 1900ع ۾، منشي پوڪرداس ٿانورداس تاجر ڪتب شڪارپور سنڌ جي، ليٿو ۾، اسلاميه پريس لاهور مان ڇپايو هو. هن ڪتاب ۾، مرزا صاحب مرحوم جن، سنه 1885ع ۾، پنهنجي ڏاڙهياري جبل جي سير جو احوال، ڊائريءَ يا روزنامچي جي صورت ۾ لکيو هو ۽ ان کي سنه 1900ع ۾ ترتيب ڏيئي، ڪتابي صورت ۾ آندو ۽ ڇاپايو هو. ان ڪتابچي جو 'منڍ' يا ديباچو، مرزا صاحب مرحوم جن، 'اطلاع' جي عنوان سان، هيٺئين ريت لکيو:

اطلاع

سنه 1885ع ۾، جڏهن آءٌ، شڪارپور ضلعي ۾، نصيرآباد تعلقي جو مختيار ڪار هوس، تڏهن، به ٽي پيرا، ڏاڙهياري جبل تي ويو هوس. پهرئين پيري جي ڊائري، ۽ ٻيو متفرقو احوال، بروقت لکيو ويو هو.

ٿورا ڏينهن ٿيندا، جو ڪاغذ اٿلائيندي، اها ڊائري هٿ لڳي، ۽ گذريلن ڏينهن جو احوال پڙهي، گهڻي خوشي حاصل ٿي. ڏاڙهيارو جبل، سنڌ ۾، چڱيءَ ۽ موافق آبهوا جي ڪري مشهور آهي، جتي وڏا وڏا يورپي آفيسر ويندا آهن. اُتي جي سڀ شيءِ، سنڌ ملڪ کان نرالي آهي، تنهن ڪري مون چاتو، ته ڏاڙهياري جبل جي احوال پڌري ڪرڻ سان ماڻهن کي، هڪڙيءَ مشهور ۽ اڻ ڏٺل شيءِ جي واقفيت ٿيندي ۽ اڳتي، جيڪي ماڻهو، انهيءَ پاسي ويندا، تن کي به گهڻي سهولت ٿيندي.

”قليچ بيگ“

نوشهرو - فيبروري سنه 1900ع

تاريخ 6 جون سنه 1885ع ڏينهن ڇنڇر جي، وارهه کان روانا ٿياسين. سامان وارا، اڳپرو روانا ٿيا هئا. آءُ ۽ نائڪ، اٺين بجي صبح ڏاري نڪتاسين. ڏيڍ ڪلاڪ ۾، حمل ۾ پهتاسين. سامان وارا، پوءِ آيا. ڏينهن گذاري، شام جو ڇهين بجي ڌاري نڪتاسين. علي خان، گانئچن جو چڱو مڙس ۽ عالم خان ڪمدار، غيبي خان چانڊئي جو، ٽن اٺن سان، اسان کي اچي گڏيو. هڪڙو سامان جو اٺ، پنهنجن ٻن نوڪرن - صابن ۽ پرئي سان - اڳي روانو ڪيوسين ۽ به گانئچا اٺن وارا به، هنن سان گڏ ويا. آءٌ ۽ نبي

بخش چپراسي، هڪ اٺ تي ۽ علي خان ۽ عالم خان، ٻئي اٺ تي چڙهي، پهين ٻجي شام جو، حمل مان نڪتاسين. ڳچ پنڌ ڪري، سامان واري اٺ ڪان لنگهي، ٺڪرن ۾ آياسين. پهريون گهٽ، جو لنگهياسين، ان جي اتر ڏي، بدربان ٺڪر هو ۽ ڏکڻ ڏي، ڪڪريو (ٺڪر) هو. بدربان ٺڪر تي، اهو نالو ڪيئن پيو، تنهن بابت، علي خان ذڪر ڪري ٻڌايو ته ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾، جڏهن ڪلهوڙن، ڪوسن کي پڇايو، تڏهن هڪڙي ڪوسي جو، بدر چانڊئي ساڪاڻيءَ سان، هڪ گهوڙيءَ ۾ اڌ حصو هو. بدر کي جڏهن اها خبر پئي ته اهو ڪوسو، سندس ٻائڻي گهوڙيءَ تي چڙهيو، پڳو ٿو وڃي، تڏهن انهيءَ گهٽ ڏاري اچي پهتس ۽ چيائينس ته گهوڙيءَ جو اڌ نبيري وڃ! تنهن تي انهيءَ ڪوسي وراڻي ڏنيس، ته ”ٻيلي! هيئنر ته آئون، تنگ اچي پڳو ٿو وڃان، جڏهن صلح سانت ٿئي ته پوءِ تو کي، تنهنجي پتيءَ وارو اڌ، نبيرو ڪري ڏيندس“ پر چانڊئي، ڪانئس تنگ طلبي ڪئي. تنهن تي ڪوسي کي چڙ آئي. بدر کي ترار سان ڌڪ هڻي، ماري وڌائين، جنهن کي انهيءَ هنڌ جي آسپاس، دفن ڪري ڇڏيو اٿن. انهيءَ ڪري، انهيءَ ٺڪر کي بدربان جو نالو مليو. ڪڪريو نالو، انهيءَ ڪري پيو، جو اتي رورهين جا پهڻ، تمام گهڻا آهن، انهيءَ

گهٽ ڏاري، ٻه ٽي قبرون به آهن، پر اهي، ٻين ساڪاٽين جون آهن. اُهو گهٽ لنگهي، پوءِ سنگاني جي ٽڪريءَ مان لنگهياسين. پوءِ وري اتر ڏي ٻن ۽ ڏکڻ ڏي چرلو ٽڪر آيو. ٻن نالو انهيءَ ڪري پيو، جو اتي ٿوٻين جهڙا پهڻ آهن، جن تي جابلو ماڻهو، ماني پچائيندا آهن. نئي مزاراڻي اڳيان آئي، جنهن ۾ تازو پاڻي آيل پئي وهيو، تنهنجي پر ڏيئي، سڄ اچي تيرٿ جي ڊوري وٽ لٿو، جتي ٻڪريون نظر آيون، تنهن ڪري ڪير جي لالچ تي اتي رهي پياسين. سماءُ ڪري ڏنوسين ته پاسي ته هڪڙو ڏڻ ٻڪرين جو به هو ۽ هڪڙو ماڻهو به انهيءَ سان هو. پوءِ اتي، صفا جاءِ ڏسي، اٺ جهوڪائي، هنڌ وڇائي، ويهي رهياسين. سگهوئي، سامان وارو اٺ به اچي رسيو. پوءِ ماني رڌي، کائي پي، سمهي رهياسين. انهيءَ هنڌ، هڪڙو چانديو، ڏڻ سان ويٺل هو، نالو ڪنڊ وري هوس ۽ عمر جو نوي ورهين کن جو ۽ هڪڙو ٿيون ماڻهو به ساڻن هو، جو معلوم ٿيو ته ان زال جو مائٽ هو، جو ٽن چئن ڏينهن کان، وٽن مهمان هو، نه ته فقط زال - مڙس به ڄڻا، پنهنجي ڏڻ ۽ هڪ ڪتي سان، اهڙي سڃي ٽڪر جي پاڙ ۾ رهندا هئا. مون، هن کان احوال پڇيو. چيائين ته: ”آءٌ، چائو به آسپاس واري ٽڪريءَ جي پاڙ ۾ آهيان. پڪي خبر نه اٿم،

جو منهنجا ماءُ - پيءُ، ننڍي هوندي مري ويا هئا. سڄي عمر، هڪڙي هنڌان ٻئي هنڌ، ٽڪرن ۾ چرن ۾ پئي گذاريو اٿئون.“ کاڌ خوراڪ لاءِ چيائين ته پيرون ۽ ٻير، سندن لاءِ غنيمت آهن. عيد يا ٻئي چڱي ڏينهن تي، اٺو يا چانور کائيندا آهن. ٻيو کير ۽ ڏڌ، ڪم آڻيندا آهن، ۽ مکڻ، شهر ۾ وڪڻي، ڪپڙو گندي ڪندا آهن. ان ماڻهوءَ کي، هڪ جوان پٽ به هو، جو ٿورا ڏينهن ٿيندس ته مري ويو هو، جنهن جو ڏاڍو ڏک هوس. جوڻس لاءِ پڇيومانس ته هڙي جهنگ ۾، ڪيئن ويامندي هئي؟ چيائين ته جيئن ٻڪريون ٿيون ويامن! دائي، ڪانه هئي. پاڻيهي، ٻار ڄڻي، ٻئي - ٽئي ڏينهن، چڱي ڀلي ٿي اُٿي. شهر ۾ وڃڻ، اصل پسند نٿي آيس، جو چيائين ته چور چڪار جيڪر، سندن مال چورائي وڃن.

تاريخ 7 جون، ڏينهن آچر - فجر جو سويرو، روانا ٿياسين. سامان وارا، اڳيرو ويا. مزاراٽي نئي جي پر ڏيئي، چني ٻنيءَ تي آياسين، جتي ڳائو مال ۽ ڪي ماڻهو ڏٺاسين. پوءِ، ڳاڙهي پر جي ٽڪريءَ تي آياسين. اهو ٽڪر، اڌ مان پڳل هو. معلوم ٿيو ته ڏهه پندرهن ورهيه اڳ، ذرتي ڏٻي هئي، تنهن ۾ اهو ٽڪر به، وچان پڇي پيو هو. پوءِ ڪرن واري لڪيءَ تي آياسين ۽ پوءِ پيراڇه مڪان ۾ آياسين، جتي به - ٽي

مڙس ۽ ٻه - ٽي زالون، برپٽ ۾ ويٺيون هيون. هتي جا ماڻهو، انهيءَ کي ”ڳوٺ“ سڏيندا آهن. اتان هڪڙو ماڻهو، مزور ڪري ڪنيوسين. وري اڳيان، اونهڙ جي ڏاٺ تي آياسين. هتي، ٽڪر جي پاڙ ۾، پاڻي به بيٺل هو، ۽ مٿي ٽڪر جي پڙ تي، هڪڙو ٻڌل بنگلو به ڏسڻ ۾ آيو. اتي وارن کي چيوسين ته ٽڪر پاسو ڏيئي اچن، جو ور گهڻو هو ۽ اسين، ٽڪر تان چڙهي، هن پاسي ماٿري ۾ لٿاسين. انهيءَ ٽڪر جو نالو، ڪاٺي لڪي هو. انهيءَ جي ڏکڻ ڏي، زال لڪڙي هئي، انهيءَ لڪ جو نالو، هڪڙيءَ زال تان پيو. چون ٿا ته انهيءَ ٽڪر جي هن پاسي، زال مڙس رهندا هئا ۽ هن پاسي، ڪنهن زماني ۾، هڪڙو سوداگر اچي لٿو هو، جنهن سان، انهيءَ زال جي دوستي ٿي ويئي. هوءَ زال، ٽڪر تان آرپار چڙهي، انهيءَ سوداگر وٽ ويندي هئي ۽ اهو لڪ، اهڙو سنهڙو ۽ ڏکيو آهي، جو لنگهڻ مشڪل آهي. چون ٿا ته جيسين، انهيءَ زال جو مڙس، پاسي کان ٿري، سوداگر وٽ ويندو هو، تيسين اها زال وري، اچي هن پاسي ويهندي هئي. هڪڙي ڏينهن مڙس، پنهنجي زال کي، سوداگر وٽ ڏسي شڪيو. وري اچي زال کان پڇيائين. جنهن چيس ته سوداگر جي زال، منهنجي ڀيڻ آهي ۽ نڪ وٽ تر اٿس، اگرچ ٻي سڄي، مون جهڙي آهي. پوءِ زال

جڏهن ويندي هئي، تڏهن نڪ تي مسَ جهڙو ڪارو چٽو ڪري پوءِ ويندي هئي ۽ مڙسس، ائين پائيندو هو، ته اها، سنديس سالي آهي. نيٺ ائين ڪندي، هڪ ڏينهن سوداگر سان پڇي ويئي. اُها جاءِ لنگهي، ماٿر ڏيئي، ٻي ڳاڙهيءَ پر وٽ آياسين، جتي پاڻيءَ جو اونهو چشمو هو ۽ ٿي- چار ڪبڙن جا وڻ هئا. اتي چانو ڏسي، وڻ هيٺ لهي پياسين ۽ جيسين سامان وارا آيا، تيسين پيرون ڪائي، ڍؤ ڪيوسين. جنهن هنڌ اسين لٿاسين، انهي کي ”صفر طوق ڍوري جو وات“ ڪري سڏيندا آهن. سڄو ڏينهن، جهولو پئي لڳو، ليڪن ڏکيو سکيو وقت لنگهي ويو. شام جو، چشمي ۾ وهنجي، اڳتي روانا ٿياسين.

اها صفرطوق جي ڍوري، نئي دالان منجهان آهي ۽ اوپارئين پاسي کان، صفر طوق جو ٽڪر آهي، سو ڏئي نڪتاسين ته اڳيان، سڄي پاسي، ٻي ڍوري آئي، جنهن کي ”رکي رونئي جي ڍوري“ سڏيندا آهن، جو رکيو نالي گانئچو، گهٽا ورهيه ٿيا، جو اتان لنگهيو ٿي ويو ته مٿان رو آيو، سو گهلي، کڻي ويس. تنهن کان پوءِ، اها ڍوري، انهيءَ جي نالي سڏبي آهي. پيچرو ڏيئي، رستي ۾ هلياسين ته ”ڪڙوال جي ڏيوري“ آئي جتي پاهڻن جو ڍيڳ آهي ۽ انهيءَ جاءِ تي ”ڪڙوال“ نالي، ڪو ماڻهو مري ويو هو. هتي

دستور آهي ته جتي ڪو ماڻهو مري ۽ اولاد نه هجيس ته پهڻ جو ڍِڳ ڪري، ڏيوري جوڙي چڙهيندا آهن، پوءِ سنديس لاش، ٻئي هنڌ نيئي، دفن ڪئي هونداءون، ته به حرڪت ناهي! انهيءَ ڪان پوءِ، اسان کي طوفان جهڙي واچ آئي، جا لنگهائي، اڳتي وڌياسين. اڳتي جو رستو سڌو، اتر ڏي، ٻن مٿاهن جبلن جي وچان آهي. اوپر ڏي صفر طوق ۽ اولهه ڏي بن. گهٽين جاين تي ڏسڻ ۾ آيو ته پهڻن جي پٽ ٻڌل هئي، جا ڏينهن پئي ڍهي پئي هئي، پر گهڻو پاڱو سالم هوس. ظاهر آهي ته پاڻيءَ جي جهلي بيهارڻ ۽ آبادي ڪرڻ لاءِ، اها ڪوشش ڪيل آهي، پر هتي، مشهور ڳالهه هيءَ آهي ته مولى عليءَ جي ڏينهن ۾، هتي، ڪافر ديو رهندا هئا، سي پاڻي بند ڪري، آبادي ڪندا هئا، صبح جو پوکيندا هئا ته سانجهي جو فصل پچي، تيار ٿيندو هو. پوءِ هڪڙو ديو، خرار کن ان جو پچي، ڏٽيون ڪري، گوڏ ۾ وجهندو هو ۽ ڪاسي ڪاسي جيڏو ڦڪ پريندو هو. انهن کي نيٺ، مولى عليءَ ماري مڃايو.

رستي ۾ ٻي ”بادارجي ڏيوري“ ملي. انهيءَ ڪان وري هيٺ، ماٿريءَ ۾ لهڻو ٿو پوي. پر ماٿر اهڙي هيٺ آهي، جو ان کي ڏسندي، مٿو ڦريو ٿو وڃي. انهيءَ ماٿر ۾، جا ڍوري آهي، تنهن کي ”ليهڙي جي ڍوري“

سڏيندا آهن. اتي چيروليءَ جا تهن جا تهہ بيٺا آهن. اڳيان وري بن اچي ٿو، جو تمام وڏو جبل آهي، پر ڪچو، چيڪي مٽيءَ جهڙي شڪل جو آهي. پاڙ ۾ چار پنج ڳاڙهي رنگ جا وڏا گولا پيل هئا، جن لاءِ چيائون ٿي ته اڳئين زماني ۾، ڪافر هئا، جو مولا عليءَ جي هڪل کان، پٿر ٿي پيا آهن. پوءِ جيڪو رستو اترئي اتر ڏي هليو ٿو هلي، سو بن جبلن جي وچان ٿو وڃي، يعني اوپر ڏي بن جبل ۽ اولهہ ڏي زرد جبل جنهن تي پيلي ڳاڙهي رنگ وارن پاهڻن جي ڪري، اهو نالو پيو آهي. ٿوري پنڌ ڪرڻ کان پوءِ هڪڙو گائنچو پڪرار، سؤ کن رڍن سان مليو، تنهن کان کير ڏهائي پي ڊؤ ڪيوسين ۽ پيو رات لاءِ به کنيوسين. پوءِ سڌو آياسين ”منڌري جي ڊوري“ تي، جتي ٺڪر جي چر ۾، سم جو چشمو هو ۽ ٻه ٽي گهر به هئا، يعني ماڻهو، زالين مڙسين، ويٺل هئا. گهر جڙيل ڪو نه هو، ۽ مٿان رات به پيئي، تنهن ڪري اتي لهي پياسين. اتي چار همراهہ پيا به گائنچن جا اسان کي گڏيا، جو هنن کي اتي ملڻ لاءِ چوايو ويو هو. رات چڱي گذري ۽ هوا به چڱي هئي. مڇر به ڪو نه هو، جهڙو اڳينءَ رات هو.

تاريخ 8- جون، سومر- صبح جو سوير، آءُ ۽ علي خان ۽ پريو چوڪر، پيادا اڳپرو نڪري هلياسين، جو

اُٺ، اڃان نه آيا هئا. اُتي ماٺري ڏيئي، اولهه ڏي زرد جبل منجهه هلڻو ٿيو. هن جبل ۾، عجب جهڙيون جايون ڏٺيون سين. چوڌاري ٽڪر، آسمان سان لڳا پيا هئا ۽ چانو ئي چانو لڳي پئي هئي. ٽي ڪتا به اسان سان هئا. جبل ۾ گهڙڻ کان اڳي، ٻير نالي گانئچي جي قبر آهي، جنهن کي ڪنهن بروهيءَ، ماري وڌو هو. پوءِ جبل جي ڏاٺ، جنهن کي ليهڙي جو گروڪ چون ٿا، سو آيو. اهو لنگهي، جبل ئي جبل ڏيو، لهندا چڙهندا، ٽڏاڪ تي آيا سين، جتي هيٺان چشمو پاڻيءَ جو به آهي ۽ مٿي، هڪ ڊٺل سرڪاري بنگلو به آهي. اتي هڪڙي زال ٻار سان هئي ۽ ٻه گڏه به ساڻ هئس. معلوم ٿيو ته مڙس ماڻهو، پيرون چونڊڻ ويا هئا. اتان لنگهي وري جبل تي چڙهي، ڏياڻي جي جهڪ وٽ آيا سين. اتي، به – ٽي ڪٻڙ جا وڻ ڏسي، ويهي رهيا سين، جو مٿي، ٻي چانو ته ڪانه ٿي ڏٺي، ٿوري کان پوءِ، سامان وارا به آيا. ٻيا اُٺ، ٽڏاڪ تي چڙهي آيا، رڳو هڪڙو اُٺ، پاڻ سان آندائون ۽ ٻيو سامان، گانئچا، مٿن تي رکي، کڻي آيا.

شام جو سوير، پنجي بجي ڌاري، ويادا نڪتاسين. پيرن ۾ کڙٺڻ ڊڪڻا پيا ۽ هٿ ۾ لٺ کڻي پيئي، جو مٿي چڙهڻو هوسين. اهو ”پينيئري جو جبل“ جنهن تي هاڻ چڙهياسين، سو تمام اچوآهي ۽ چڙهڻ لاءِ اهنجو آهي.

ڀريائين، ”بروهيءَ واري تراري“ لنگهياسين. پوءِ هڪ ڊوريءَ ۾ آياسين، جنهن کي ”ڪارڙو جهڙ“ چوندا آهن، سا ڏئي، وري ڪارڙي پر ڏئي، ڀينئري جي چوٽيءَ تي آياسين. پوءِ وري هيٺ لهي، ماٿر ۾ آياسين، جنهن کي ”ڪڙڇ جي ڊوري“ چون ٿا، ليڪن، انهيءَ لهڻ ۽ چڙهڻ ۾، ڏاڍي مشڪلات ڏٺيسين. ساهيون ڪٽندا، ويهندا، ڀاڪي ڀيئندا آياسين. رستي تي ڳانگن جا وڻ گهڻا هئا جي چنندا، کائيندا آياسين. گگر، هرمرو ۽ ٻيا ڪيترا مزي جهڙا وڻ ۽ ٻوٽا هئا. هڪڙو گاهه، جنهن کي پوئي سڏيائون ٿي، سو تمام سرهو هو. اُهو ڊٻ وانگي آهي ۽ انهيءَ وانگي گهڻو ٿو ٿئي، ڪجھ انهيءَ کان سنهو آهي.
چون ٿا ته مولا علي پٽر وچائي، انهيءَ گاهه تي ستو هو، سو سندس پگهر جي بوءِ، منجهس رهجي ويئي آهي. ڪڙڇ ۾ رات پيئي. سامان جو اٺ، اوسيتائين هليو آيو، پر اهڙا لاهه چاڙها، جو هر ڪو اٺ نه هلي سگهندو. مٿانهينءَ تي لهي پياسين ۽ ڪي ماڻهو، ٿوري پنڌ تان، ڀاڻي ۽ ڪير ڪڻڻ لاءِ موڪلياسين، جو آنڊائون ۽ ماني کائي سمهي پياسين. انهيءَ هنڌ جي ڏکڻ ڏي، هڪڙو پير آهي، جنهن جي قبر به اتي آهي، مٿانئس پکو آهي. هن کي پير حسن تڪڙو چوندا آهن. هن پير تي، روٽ ڏيندا آهن، سو

پچائي ورهايوسين، ته جيئن خير سان وڃي، مٿي پهچون. انهيءَ پير جي پيءُ باري پير، وري مٿي ڪير ٿر ۾ آهي، جو انشاءَ الله تعالى، سڀاڻي وڃي ڏسنداسين. ڪڙڇ جي اوپر ڏي آهي پينئروجبل، جو لنگهي آياسين ۽ اوله ڏي آهي ڪيرٿر، جو انهن سڀني جبلن کان مٿانهون آهي. سنڌ ۾، پري کان ائين پيو پائنجي ته چڻ، اهو هڪڙو ئي وڏو جبل، اوله کان بيٺل آهي، پر مٿئين احوال مان معلوم ٿيندو ته هڪڙي جبلن جي قطار لنگهجي ٿي ته ٻي ٿي اچي ۽ ٻي لنگهجي ٿي ته ٽي ٿي اچي! ائين، ڪيتريون ئي جبلن جون قطارون آهن جيئن پوءِ تئن وڏيون! جڏهن پوئينءَ قطار جي چوٽيءَ تي چڙهي، اوپر ڏي ٿو ڏسجي، تڏهن ائين ٿو پائنجي ته چڻ اُهي ننڍڙيون بيٺيون آهن - يعني، اُهي ننڍيون معلوم ٿيون ٿين، پر آهن وڏيون.
تاريخ 9 جون، ڏينهن اڱارو - فجر جو سوير، سنبت ڪئيسين. سامان واري اٺ جي اڳتي هلڻ جي جاءِ نه هئي، تنهن ڪري سڀ سامان، ماڻهن کي ڪلهن تي کڻڻو پيو. ڪيرٿر تي چڙهڻ لڳاسين. ساڍي ڇهين بجي نڪتاسين. وچ ۾ هڪڙي ٽڙي جبل جي آهي، جنهن کي ٻلي ٽڙي ڪري سڏين ٿا، جو معلوم ٿيو ته هنڊرسن صاحب جي ڪا ولائتي ٻلي گم ٿي وئي آهي. اتي منزل ڪندي، ڪيترو انعام باسيو هئائين، جو

ڳولا ڪندي ماڻهن، چر ۾ وڃي ٻلي لڌي، پر ونڻ نٿي ڏنائين. نيٺ، صاحب جا ماڻهو، هيٺان آيا، جن اچي ٻليءَ کي جهليو، انهيءَ ڪري، انهيءَ هنڌ کي، ٻلي جي ٽڙيءَ جو نالو مليو. رستي ۾ کهو جا وڻ ۽ پيس جا تمام گهڻا وڻ آهن. چڙهندا چڙهندا، ساهيون ڪٽندا، ڏهين بجي ڌاري، چوٽيءَ تي اياسين. وري هيٺ، ميدان وانگي، زمين ڏسڻ ۾ آئي، جو کيرٿر جي چوٽي، رڳو ٽڪر ڪين آهي، ميدان لڳا پيا آهن، جهڙا شهرن ۾ ٿيندا آهن. سون جريبن ۾، ڪڻڪ جي پوک بيٺل هئي، جنهن ۾ لابارو، مس پورو ٿي رهيو هو. هنن ڏينهن ۾ هيٺ، سنڌ ۾، ڪا به پوک ڪانهي. جوار ۽ ڪڻڪ جي پوک بيٺل آهي. هتي ماڻهو هي ڏيئي، ناڙيون ڪري، ٻج وجهي، پوءِ هيٺ لهيو وڃن. وري نائين مهيني اچي لابارو ڪن، جو پوک پچڻ ۾ نو مهينا لڳن ٿا ۽ پوکيندڙن جي غير حاضريءَ ۾، ڪنهن مال يا ماڻهوءَ جي زيان جو ڊپ ڪونه ٿو رهي. هي، وڏيري غيبي خان جي جاگير جو پاڳو آهي، سو ماڻهن کي آباديءَ لاءِ موڪل ڏيندو آهي ۽ هنن کان ٻيو ڪجھ به ڪين وٺندو آهي. رڳو مٿن اهو ڪم رکيل آهي ته جڏهين ڪو به سرڪاري ماڻهو اچي، تڏهن ان جي خدمت ڪن. جنهن ميدان ۾ پوکن جي پرسان سرڪاري بنگلو جڙيل بيٺو آهي، تنهن ۾

وڃي لڌاسين. آسپاس ماڻهو، مڙسين زالين، ان جي گڏ ڪرڻ، وائرڻ ۽ ٻارين جي صفا ڪرڻ ۾ لڳل هئا. لهڻ سان، اسان وٽ گهٽا ئي ماڻهو اچي گڏ ٿيا. هي ماڻهو، ذات جا نومڙيا آهن ۽ خان جي پاسي جا آهن، جي رڳو هتي پوک ڪندا آهن. هنن نومڙين جي پاڙي کي چٽا ڪري سڏيندا آهن. هي سڀ، دودي چنيسر جا ماڻهو هئا، جنهن کي جڏهن بادشاهه علاؤ الدين، شڪست ڏني تڏهن سڀ اُٿي پڳا. انهن مان جيڪي جندا ڇڏائي، ڀڄي ويا، تن کي چٽا چوندا آهن ۽ جيڪي کهيا، يعني ڀڄي نه سگهيا، پر رهجي ويا، تن کي کهاوڙ سڏيندا آهن. هتي مزي مزي جهڙا وڏا درخت بيٺل آهن. ڪهو جا وڻ، تمام گهٽا آهن ۽ پيس به نهايت گهٽي آهي، شڪل ۾ پيس، ننڍي ڪجيءَ وانگي آهي. پيس توڙي ڪهو، ٻير جهلي ٿو، جي تمام مٺا ٿين ٿا. ٻيا وڻ ٻومڻ، ٿرهرو، وٹو ۽ بادام جا به آهن.

شام جو، هوا ڪائڻ وياسين. ڪير ٿر جي چوٽيءَ تي، جيڪو ميدان آهي ۽ جنهن تي پوک به ٿئي ٿي، تنهن کي ڏاڙهياڙو ڪري چون ٿا. جبل جي چوٽيءَ تي، هڪ ڦوڙ، چر وانگي، ڳچ پنڌ ۾ هليو هلي، جنهن جي مٿان ۽ پاسن کان روهڙي نالي گهاٽا وڻ ۽ انجير جا وڏا وڻ بيٺل آهن. منجهن ڦر، اچا ڪچو هو. روهڙي وڻ جو ڦر، ٻيرن وانگي آهي، جو ڪُٽي، ڪير ۾

وجهي ثعلب مصريءَ وانگي ڪائين ٿا ۽ منجهس اثر
به اهڙو ئي آهي. انهيءَ چر جي مهڙ وٿ، هڪ پهڻ
تي، جن صاحبلوڪن جو هتي، وقت بوقت، اچڻ جو
اتفاق ٿيو آهي، تن پنهنجا نالا، اُڪيري چڙهيا آهن. ٻين
نالن مان، هنڊرسن صاحب (سال1861ع) ۽ بولٽن
صاحب (سال 1862ع) ۽ والٽن صاحب جا نالا به هئا.
مون به پنهنجو نالو، اُتي اڪيري چڙهيو.
تاريخ 10- جون، ڏينهن اربع- فجر جو، ڪُتا
ساڻ وٺي، ٻه - ٽي ڇٽا، گهمڻ نڪتاسين. بنگلي جي
اولهه ڏي، جيڪا حد وارن ٽَڪرن جِـي قطار آهي.
تنهن تي چڙهڻ جو ارادو ڪيوسين. رستي تي، واٽين
جا ٻه هَٽ آهن. پنج ڇه واٽيا هـَٽُ ڪديو ويٺا آهن.
عجب آهي ته واٽيا ماڻهو، پنهنجي فائدي جي اميد تي،
ڪٿي اچي نڪتا آهن؟! جيڪي پوک ڪندڙ آهن، تن
کي، اُهي واٽيا، پئسو پنجڙ به ڏين ۽ پوک لاءِ ٻج به
ڏين ۽ ڪپڙو گندي به اڌارو ڏين، پوءِ ڇهه مهينا
جيڪي سانوڻ جي هتي رهندا آهن، سي گذاري،
حساب ڪتاب صفا ڪري، هليا وڃن. انهيءَ وچ ۾،
پنهنجو واپار به پيا هلائين. هتي گيهه سهانگو آهي.
هڪ رپئي ۾ به سير ۽ هڪ آنو گهه جو ملي، سو به
واٽيا وٺن ۽ ڪهو جي ڪاٺيءَ جا ٿلها ۽ ٽي فٽ ڊگها
ٽڪر، هڪ رپئي ۾ ٻارهن وٺن ۽ ان سودي، هيٺ

موڪليندا آهن. ڪٽڪ جو ٻج، هڪ ڪاسو ڏين، پوءِ فصل لٿي، ان جي عيوض پنج ٿويا وٺن. تمام آسودا آهن. وٺن، ماڻهن جي ڏاڍي رُجاعت آهي. ٺڪر تي چڙهي ڏکڻ ڏي هلياسين. انهيءَ قطار جي پريان، خان جو ملڪ آهي، سو به ڪوهن ۾، رڳي ٺڪر ئي ٺڪر آهن. هن پاسي، جيترو جبل لنگهڻ ۾ آيو، انهيءَ ڪان به گهڻو آهي ۽ ميدان ۾ ڪٽڪ جي پوک به تمام گهڻي ٿئي ٿي. هلندي هلندي هڪڙو هنڌ، هڪڙو ننڍو غار ڏٺوسين، جو هيٺ هليو ٿي ويو. منجهس وڏو پهڻ اڇلايوسين ته ڏهه سيڪنڊ برابر، ڪڙڪندو هليو ويو، پوءِ هيٺ تي آواز ٻڌڻ ۾ نه آيو. انهيءَ ٺڪر جي پريان، اولهه ڏي هيٺ، نئي گاج وهي، ڏکڻ ڏي هلي وڃي ٿي، جا ليڪي وانگي پيئي ڏسجي. اها چوٽي، اهڙو مٿي آهي، جو هيٺ ماڻهو، ڏڌ وٺيو ويٺا هئا، ته مٿان، موچارن پٿرن وانگي، مس ڏسڻ ۾ ٿي آيا. وري هيٺ، هڪ ٻيءَ چر وٽ آياسين، جا سيڙهين جي ويهڻ جي جاءِ هئي، جو در تي، سيڙهه جو گند ۽ ڪنپ پيا هئا. گهڻا ڪنپ گڏ ڪياسين، جي قلمن وانگي آهن. ڪتا، چر ۾ گڏ پيا. تمام گهڻو اندر ويا ۽ شايد وڃي سيڙهه کي جهليائون، جو پؤنڪيا پي ۽ ٻاهر، سندن پونڪڻ جو آواز، اهڙو ٻڌڻ ۾ پي آيو، جو چڻ ته اڌ ڪوهه پنڌ تي ٿا پونڪن. آخر ۾ انهن مان جولي ۽

شمڪي نالي به ڪتا، ٻاهر موٽي آيا ۽ روزيءَ نالي ڪتي، اندر رهجي ويئي. گهڻي وقت تائين ان کي سڏيوسين ۽ مٿا مونا هنياسين. پر نه نڪتي. آخر لاچار ٿي، اسين هلڻ لڳاسين. سمجهيوسين ته اندر، ڪنهن غار ۾ ڪري پيئي آهي، پوءِ اڳيان، وري جبل جي سڀ کان مٿانهين چوٽي آئي، تنهن تي چڙهياسين. اها چوٽي، پينئريءَ جبل جهڙي مٿي هوندي. مٿي چڙهندي، رستي ۾ بادام جي وڻ مان لڪڻ ۽ باداميون چنيونسين ۽ ڪيترن ئي قسمن جون ٻوٽيون، گلن سان ڏٺيونسين، جن ۾ طرحين طرحين جي سرهاڻ هئي. نيٺ چوٽيءَ تي آياسين. اُتي، دنگ جو نشان کتل هو. پهڻن جي ڍڳ ۾، بانس جي هڪ ٿلهي چڙه، کتل آهي. هن پاسي، خان جو ملڪ ۽ هن پاسي، انگريز سرڪار جي حد آهي. انهيءَ هنڌ جي چوڌاري، عجب جهڙو نظارو آهي، جو ڪچ تائين، دوربينيءَ سان ويهي ڏٺوسين. به - ٽي ڏينهن، هي جبل، جي مٿا هٽي لڳهياسين، سي ماٺهو جي قد جيڏا مس هئا. عجب جهڙو ڏيکاءُ هو ۽ خدا جي قدرت، ڏسڻ ۾ ٿي آئي!! انهيءَ نشان جي ويجهو، اوپر ڏي، وري هڪڙي قبر، پهڻن جي ٺهيل آهي. انهيءَ کي، ”ڪتي جي قبر“ چون ٿا. روزي ڪتي لاءِ، اسان ارمان پئي ڪيا ته ڏسون ته اوچتو، اها پٺيان اچي نڪتي. پانئجي ٿو ته ڏاڍا مٿا

مونا هٽي نڪتي آهي ۽ پوءِ اسان جي پيرو ڪٽي، هتي اچي پهتي آهي. هن کي ڏسي، گهڻو خوش ٿياسين. پنهنجن ٿنهي ڪتن کي ”ڪتي جي قبر“ جي زيارت ڪرائي سين، جو گويا، اهو ڪتو مڙني ڪتن جو مرشد هو ۽ ڪتن جي تيرٿ جي جاءِ هئي. جيئن ماڻهو، پيئيندا آهن، تيئن ڪتن لاءِ به هيءُ، شرف جهڙي جاءِ هئي. انهيءَ ڪتي کي پڻ، اصحاب ڪهف جي ڪتي جهڙو شرف حاصل آهي، جو چون ٿا ته ڪنهن ماڻهوءَ وٽ، هڪ ڪتو هو، تنهن تي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جو، سؤ رپيا قرض هو، سو قرض ۾ هن، اهو ڪتو، ڪٽي هن کي ڏنو هو - ڳچھ وانگي. ٿورن ڏينهن کان پوءِ، جڏهن انهيءَ ماڻهوءَ کي پئسا ٿيا، تڏهن قرض موڪڻ لاءِ، هن ڏي هليو. پانيائين ته قرض ڏيئي، پنهنجو ڪتو ڇڏائي، ته رستي ۾، اهو ساڳيو ڪتو گڏيس، جو به ڏانهس ئي ٿي آيو. هن ماڻهوءَ پانيو ته ڪتو بيوفائي ڪري، جنهن کي سنديس ٻانهن ڏني هئائين، تنهن کان ڀڳو ٿو اچي، تنهن ڪري غصي مان، هن کي بجو به ڏنائين ۽ ٿڪ لعنت به ڪيائين، جو سندس نافرماني ڪري، ڀڳو ٿي آيو. اها ڳالھ ٻڌندي، ڪتو، اُتي جو اُتي مري پيو. جڏهن اهو ماڻهو، پنهنجي قرض خواه وٽ ويو، تڏهن پڇا مان معلوم ٿيس ته جنهن ماڻهوءَ وٽ، اهو ڪتو

ڳُه پيل هو، تنهنجي گهر کي چورن ڪاٽ هنيو هو ۽ تمام گهڻي ملڪيت کنيو ٿي ويا ته ڪتي جي ٻاهوڙ ۽ ٻيءَ ڏاهپ کان، ڌڻيءَ کي سجاڳي ٿي ۽ ڪتي جي پٺيان وجي، چورن کي ٻه پڪڙيائون ۽ مال ٻه ڇڏايائون. اهو ماڻهو، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ دل ۾ چيائين ته انهيءَ ڪتي، گرويءَ جي پئسن کان ٻه وڌيڪ پاڻ موکيو، تنهن ڪري هن کي آزاد ڪيائين ۽ موڪل ڏني هئائينس. جو پنهنجي اصلوڪي ڌڻيءَ وٽ ٿي ويو. ڪتو اهڙو وفادار هو، جنهن پنهنجي ڌڻيءَ جو قرض موکيو، تنهن کي، جو پنهنجي ڌڻيءَ بيوفائيءَ جي تهمت ڏني، تنهن ڪري اهڙو ڏک ٿيس، جو اتي جو اتي مري ويو ۽ سندس مرڻ جو هنڌ اهو ئي هو، جتي هن کي پوري، قبر ٺاهي ڇڏي اٿن. سگهوئي ”ڪتي جي قبر“ کان هيٺ لهڻ لڳاسين. جبل جي پاڙ ڏاري، وري، ٻاري پير جو مڪان آهي، جتي زيارت لاءِ وياسين. هيءُ هڪڙيءَ مسيت جهڙي ڪوٺي ۽ اڱڻ آهي، اندر ٺڏا وڇايا پيا آهن. وچ ۾ جاءِ جي ٿوڻي کتي پيئي آهي، جنهن جي پاڙ ۾ خاڪ پيئي آهي. در تي هڪ رسي ۽ گهنڊ پيا لڙڪن ۽ ٻاهر، هڪڙو پهڻ پيو آهي، جنهن تي خيرات جي لاءِ، ٻڪريون ڪهندا آهن، پر ۾ وري هڪ وڏو وڻ، ڪهو جو بيٺو آهي، تنهن تي انهن پهرن جون کلون ٽنگيون پيو آهن،

جيڪي مراد وارن ماڻهن، اُتي ڪٺا آهن. اسان به هڪڙو ڦيرو، اتي خيرات ڪيو. اتان وري هيٺ، ميدان تي لهجي ٿو، جتي ڪٽڪ جي ڇوڪ ٿئي ٿي، سا ڏيئي وري، منزل واري بنگلي تي آياسين. ڏينهن جو بنگلو ڇڏي، وچي هيٺ ڦوڙ ۾، وڻن جي ڇانو هيٺ، ڪٺولو وجهائي ويٺاسين، جتي ڏاڍي فرحتي هوا پي آئي ۽ ڏينهن به جهڙالو هو. هيءَ ڦوڙ، گهٽي پنڌ ۾، اتر ڪان ڏکڻ ڏي آهي. ٻنهي پاسن کان اُڀو ٽڪر بيٺل آهي، ڪوٽ جي ڀت وانگي ۽ انهيءَ سان لڳ، ٻنهي پاسي، انجيرن ۽ روهڙي جي وڻن جي قطار آهي. چڻ ته ڪنهن، هٿن سان، اهي وڻ، اتي ڀوڪي ڇڏيا آهن، جيئن سڙڪن جي ڪناري کان، وڻن جون قطارون لڳائيندا آهن، ۽ وچ ۾ موڪرو به وڏيءَ سڙڪ جيترو آهي. هن ڦوڙ کي، بازار ڪري سڏين ٿا، جو بازار وانگي آهي- جيئن وڏن شهرن ۾، بازار جي ٻنهي پاسن کان ماڙيون بيٺل هجن ۽ سندن اڳيان وڻ ڀوڪي ڇڏيندا آهن. سڄو ڏينهن، مزي ۾ گذريوسين شام جو وري، اوپر ۽ اوله جي ٽڪرن ڏي، سير لاءِ وياسين. چکن ۾، ٿي چار ڳوٺ ڏٺاسين. هڪڙي ڳوٺ ۾، هڪڙو ماڻهو بيمار هو. چئن ڏينهن کان، پيٽ ۾ سور هوس، تنهن کي، ڦودني جون ٽڪيون ڏنيون ويون، جي ساڻ هيونسين، ۽ سنا ۽ گلاب جي ڪلين

جي جلاب جو ڏس ڏنوسين، جي واٽئي جي هٿ تان، ملي سگهيا هوندس. رات، بنگلي ۾ گذاريسين. مٿي، اهو لکڻ وسري ويو ته هتي، شام ڌاري، سيءُ پوڻ لڳي ٿو ۽ رات سڄي، سياري وانگي، سيءُ پوي ٿو، جو اندر ڪوٺيءَ ۾ سمهندا آهيون ۽ مٿان اوڇڻ وجهڻو پوي ٿو. هيٺ سنڌ ۾، هن وقت، آرڙهه جو چاليهو ۽ جهولا آهن.

تاريخ 11 جون، خميس جو ڏينهن - فجر جو ڏهاڙيءَ وانگي، سير لاءِ نڪتاسين. اتر ڏي هڪڙو ڦوڙ يا ڦاٽ نڪري ٿو، جو ميلن ۾ هليو وڃي ۽ جنهن کي سير ڪري سڌين ٿا، تنهنجي پر ڏيئي، مٿان هلياسين. هيءُ سير وڃي مزاراٽيءَ جي نئي جي منهن وٽ ٿي بيهي. ڳچ پنڌ ڪري، وري هڪڙي اتانهين ٿڪري آئي، تنهنجي چوٽيءَ تي چڙهي، چوڌاريءَ جو تماشو ڏٺوسين، پوءِ لهڻ لڳاسين. رستي ۾ بادام جا به ٿي وڻ بيٺل هئا، تن مان لڪڻ پڳاسين. پوءِ اڳيان هڪڙو ڳوٺ آيو، تنهن مان لنگهندا، منزل تي آياسين. ماني کائي، وري ڪالهوڪي ڦوڙ يعني بازار ۾ وڃي ويٺاسين. اتي روهڙي جي هڪ وڻ ۾ پينگهه ٻڌائي، ٻارن وانگي سڄو ڏينهن لڏياسين. في الحقيقت، هيءُ ڏاڍي مزي جهڙي جاءِ آهي. پائنجي ٿو ته هڪ خدائي باغ پوکيل آهي. وڻن ۾ به عجيب قسم جا ڳاٽا پکي

ڏسڻ ۾ آيا. هڪڙي جو، مينديءَ جهڙو رنگ هو ۽ ٻيو، اڇن ڪارن ڇٽن سان هو. نر مادي هئا. نر کي پڇ ۾ ٻه ڊگهيون ڪلنگيون هيون. ڏاڍو سهڻو هو ۽ ٻوليون به ڏاڍيون مٺيون ٿي ڪيائين. چوڌاري ماٺ لڳي پيئي آهي. رڳو جيڪو واءُ، وڻن کي پيو لڳي، تنهنجو آواز آهي ۽ ٻيو انهن پکين جو! هيءَ اهڙي چڱي جاءِ آهي، جو جيڪر هن کي "ارم جو باغ" چئجي ته به سونهي! انهيءَ ڦوڙ ۾ به ماڻهو، ڪڏهن ڪڏهن پوکين ٿا، پر گهڻي ڇانو جي ڪري، چڱي نٿي ٿئي.
تاريخ 12 جون، ڏينهن جمع جو- فجر جو ڇهين بجي، موٽڻ جو سعيو ڪري، روانا ٿياسين. اڍائي ڪلاڪن ۾، کيرٿر جي چوٽيءَ کان، ساڳيا وراڪا ڏيئي، لهي تري ۾ آياسين، جتي "ڪڙڇ جي ڍوري" آهي. اتان لنگهي، وري پيننري جبل تي چڙهي، هن پر لهي، "ڏياٽي جي جهڪ" کان لنگهي، ٿڌاڪ تي پوري ٻارهين بجي ڏينهن جو پهتاسين. اتي، جبل جي هڪ چر ۾ لهي پياسين. اهو پنڌ، ٽن منزلن جو هو، جو اسان ڪيو. سپني ماڻهن، دانهون پئي ڪيون، پر اسان جو مطلب هو ته جلد هيٺ نڪري اچون. اتي ٻه ٽي چشما، پاڻيءَ جا آهن. انهن ۾ وهنجي سهنجي، ٿڪ ڀڳوسين. انهيءَ هنڌ جي چوڌاري، اپا جبل بيٺل آهن.

چئين بجي ڏاري مينهن پوڻ لڳو. ڪلاڪ ٻه موچارو چڱو مينهن پيو، ته سيني طرفن کان، جبلن جي مٿان، پاڻي ڪڙڪا ڪندو، هيٺ ڍوري ڏي وهڻ لڳو. اهڙو مينهن، هوند سنڌ ۾ پوي ته زمين ڇهي وڃي، پر جبل ۾ مينهن جو پاڻي، ذرو به بيهي نٿو سگهي. انهيءَ ساعت پاڻي، گهارن وانگي وهڻ لڳو. اسان کي مينهن وسندي، ٻي ڪا لڪڻ جي جاءِ ڪانه هئي. هڪڙي ڪٻڙ جي هيٺان، ٻه ٽي ڄڻا تڏو جهلي ويٺا ۽ ٻيا ماڻهو به، تڏو مٿان ڪري، لڪا ويٺا هئا. جنهن چر ۾ پريندي ويٺل هئاسين، انهيءَ ۾ پاڻي وهڻ لڳو. اتي اسان کان اڳ، اٺن جو ڪو ساٿ لٿل هو، جو ڏاڙهياري وارن واڻين جو گيهه ۽ سندس ڪهو جون ڪاٺيون کنيو ٿي ويو. انهن سان پڻ اها ساڳي جٺ ٿي، پر اسان کي، جنهن ٻيءَ ڳڻتيءَ اچي ورايو هو، سا هيءَ هئي ته ٿڌاڪ کان جو اڳتي رستو هو، سو جبلن جي پاڙ مان ڪيترن ئي ڍورن مان ٿي لنگهيو، جن کي ”لوهيون“ ڪري ڏي سڏيائون، تن ۾ جڏهن اهو مينهن وارو پاڻي پوندو ۽ پرجي پونديون ته لنگهڻ جو رستو صفا بند ٿي ويندو. چيائون ٿي ته جڏهن اهي ڍوريون، پاڻيءَ سان پرجي پونديون ته لنگهڻ جو رستو صفا بند ٿي ويندو. چيائون ٿي ته جڏهن اهي ڍوريون پاڻيءَ سان پربيون آهن، تڏهن، ست اٺ

ڏينهن، ترسٽو پوندو آهي، تنهن ڪري صلاح ڪئيسين ته بسم الله ڪري، نڪري پئون. سامان ٻڌوسين. اتي، جيڪي سواريءَ جا اٺ چڙهي وياسين، سي به ساڻ ڪنياسين. اڳيرو وڃي ڏسون، ته ڊورين ۾ پاڻي آهي، جو ڪڙڪا ڪريو پيو اچي! اسان کي وڏيڪ انتظار ٿيڻ لڳو. ٻن ٽن لوهين منجهان، ڪپڙن سوڌا لنگهي پياسين. ڇيله جيڏو پاڻي هو. اڳيان جيڪي ٻه ٽي پيون لوهيون هيون، تن ۾ پاڻي تار ٿي ويو هو. اٺ ئي ٻڏڻ تي آيا هئا! لاچار ٿي، ور ڪري، پاسن وارن ٽڪرن تي چڙهي، ڏاڍيءَ مشڪلات سان اڳيرو ٿياسين. سڀ ڪپڙا گنديون هنڌ خرجينون، پڇي پٽ ٿي پيون! اٺن کي وڏين جٿين سان ڏکي لنگهايائون. هڪڙي وڏي نئي، مٿان پري کان ايندي ڏٺيسين، جا درياهه وانگي ٿي آئي ۽ ڄاتوسين ته جيڪڏهن اها اچي پهتي ته پاڻي وڌي ويندو ۽ پوءِ، نه هيڏي ٿينداسين ۽ نه هوڏي! پر خدا ڪيو، جو مٿا مونا هٽي، ڏک ڪائيندا، رڙهي، رستي واريون لوهيون لنگهي پياسين ۽ منڌري جي ڊوري واري ميدان تي آياسي. انهيءَ گذرئي ڪلاڪ ۾، جيڪا مشڪلات اسان ڏٺي، سا خدا کي خبر آهي! جبل ۾ پاڻيءَ جو رنگ اسان کي ڏسٹو هو، سو ڏٺوسين! عجب جهڙو ڏيکاءُ آهي! پاڻي، جڻ ته آسمان تان ٿو، ڪري ۽

جيڪو ڪڙڪو ڪري ٿو سو جبلن جي پڙلاءَ يا پڙاڏي سبب، ڏهوڻو بڌڻ ۾ پيو اچي! يقين آهي، ته هيڪلي ماڻهوءَ جو هانءُ ڦاٽي پوي! اهي سڀ، جيڪي جبل جا جاکوڙا هئا، تن اسان کي ويچاري سسئيءَ جا سور ٿي ياد ڏياريا! اسان سان، جيڪي جابلو ماڻهو هئا، تن ڪيترا سسئي جا بيت پئي چيا، جي بالڪل اسان جي حال سان لاڳو هئا. المختصر، پوءِ اٺن تي چڙهي، منڌري جي بنيءَ جي پاڙ کان لنگهي، زرد جبل ۽ بن جو وچ ورتوسين، جتان آياهئاسين. ڳچ پنڌ ڪري، رات پوڻ سبب، مٿانهين جاءِ ڏسي، لهي پياسين. مٿان ٽڪريءَ تي. هڪڙي گائنچي جو گهر به هو، تنهنڪري کير ملڻ جي اميد به هئي سين، جنهن پچنديءَ آهر، اسان جي گهڻي خدمت ڪئي.

تاريخ 13 جون، ڏينهن چنچر جو: رات گذاري، فجر ڏاري، اٺن تي چڙهي نڪتاسين. جبلن جو وچ ڏيئي، زرد جبل کي چڏي، بن جبل ۾ گهڙياسين ۽ ساڄيو رستو ڏيئي، صفر طوق کان لنگهي، نئي دالان منجهان اڪري، پيادائي پيادا، ڪاني واري لڪڙيءَ کان هن پر ٿياسين ۽ اٺن وارا، نئي جو ڪنارو ڏيئي ڦري آيا، جو پنڌ گهڻو هو. مينهن ڪالهه پيو هو، پر نئي منجهان پاڻي. اجا تائين ڪڙڪا ڪيو پئي وهيو!

اتي ميدان ڏسي، ڏينهن ٺارڻ لاءِ لهي پياسين. هاڻي، بن جبل لنگهي، ڪڪري ۾ اچي پياسين. اسان جي اوپر پاسي ڏانهن، زال واري لڪڙي آهي، جنهن جو بيان، مٿي ڏنو ويو آهي، ۽ اولهه واري پاسي کان ڪاٺ واري لڪڙي آهي، جا هاڻي لنگهياسين. انهيءَ لڪ کي، اهو نالو هن ڪري پيو، جو ٻن چئن جاين تان ڪاٺيون ٻڌي، چڙهڻ جي لاءِ ڏاڪا جوڙيا هئائون، پر هاڻي، انهيءَ هنڌ تان پهڻ ڀڃي، لنگهڻ جي لاءِ سولا ٿي پيا آهن.

شام جو پنجين بجي ڌاري، اتان منزل کي ڪنئين سين. ڏينهن جو جهولي، ڏاڍو خراب ڪياسين، ڪپڙ جي ڇانو هيٺ، ڪپڙا ٻڌي گهڙيون اٽڪلون ڪيون سين، پر جهولي هٽي اڌ مئو ڪري وڌو! ڪڪريو جبل ڇڏي، پيراڇ جي پٽ پيڙا ٿياسين. هيءَ پٽ، ايندي به لنگهيا هئاسين. هن پٽ ۾، تمام گهڻا  هرڻ ڏٺاسين، جي هيڏي هوڏي پي آيا ويا. هتي ارادو ڪيوسين، ته سڌو حمل ڏي هلڻ جي بدران، رات هلي شاهه گودڙئي تي رهون ۽ دجر جو حمل هلون، تنهنڪري رخ، اوڏي رکيوسين. پٽ لنگهي، نئي دالان جو تروڏيئي، سڌو اوپر ڏي هلياسين. پري کان، شاهه جي مسجد ۽ نشان، جيڪو جبل جي چوٽيءَ تي آهي، ڏسڻ ۾ آيو. سگهوئي وجي اتي پهتاسين. پاسي تي ميدان ڏسي، لهي پياسين.

انهيءَ مهل، ٺڪريءَ تي چڙهي وياسين، جتي نشان هو، جو اتي سرن جي دڪي ٺاهي، چن ۾ سيڙهي سان بيهاري چڏي اٿن ۾ هڪڙو جهنڊو، اڇي بيرق سان، کوڙي چڏيو اٿن، انهيءَ لاءِ ته آس پاس کان، جيڪو زيارتي اچي، تنهن کي پري کان ئي نظر پوي ۽ ڀلجي نه وڃي. رات جو، حيات خان، مجاور فقير جو پٽ، اسان وٽ آيو. گهڻي آدر ڀاءُ ڪيائين. آخر، شاهه جي ٻني تان، اسان سپني کي ماني ملي، جا کائي، سمهي پياسين. فجر جو سوير اٿي، وڃي شاهه جي زيارت ڪئي سين ۽ فقير کي نذرنياز ڏيئي، روانا ٿياسي. هن پير تي، ٻين پيرن وانگي ڪو قبو جڙيل ڪونهي، اگرچه پيداوار ۽ ماڻهن جي آمدروفت گهڻي آهي. انهيءَ رات پڻ، مسلمان ۽ واڻيا، ساٿن جا ساٿ، اتي لٿل هئا. چون ٿا ته اهڙو ميڙو، اتي سدائين لڳو پيو آهي!

ڪوس به گهڻو ٿئي ٿو. صبح ۽ شام جو نوبت وڄائين ٿا. مسجد، ٽن منارن سان آهي. اندر، چٽسالي چڱي اٿس، ليڪن پير جي قبر اگهاڙي آهي. پهڻن جو وڏو ڍير پيل آهي. ڊيگهه ۾ اها قبر، ماڻهو جي قد کان گهڻو ڊگهي آهي. اٽڪل ست يا اٺ قدم ٿيندي. اهڙيون ڊگهيون به قبرون سڄي پاسي ۽ ٻه ڪٻي پاسي آهن، جي شاهه جي چئن يارن جون قبرون سڏجن ٿيون. مٿيءَ سان

هڪڙي ڪمان، در جي جاءِ تي جڙيل آهي ۽ ٿن هنڌن تي، رستي ۾ رسن ۾ گهنڊ ٻڌل آهن، جي لنگهندي کڙڪائجن ٿا. چوٿون گهنڊن جو رسو، وري قبر جي سيرانديءَ کان ٻڌل آهي، جتي ڏيئي ٻارڻ جي قبي به جڙيل آهي. مقام جي آس پاس، مسافرن ۽ گهوڙن ٻڌڻ لاءِ، لانديون جڙيل آهن. ڪوس جي جاءِ ۽ ڀنڊارو به آهي. پير جو وڏيڪ احوال، معلوم ٿي نٿو سگهي، مگر ايترو معلوم ٿئي ٿو ته شايد اهو پير، ڪلهوڙن جي ڏينهن جو هوندو. پاڻ سيد هو ۽ عبدالله شاهه نالو هوس. فقيرن چيو ته پاڻ قبي جوڙڻ جو حڪم نٿو ڏئي! حيات خان فقير به، پيڙهين کان، اتي جو مجاور آهي. هو، پير مرد آهي، ڀنگ ۽ شراب، گهڻو پئي ٿو ۽ گهڻو ڪري مستيءَ ۾ رهندو آهي. هن فقير جي بابت ڳالهه آهي ته ڪي ڏينهن اڳي، پير ڳاجي ۽ ميان نصير محمد ۽ شاهه پنجي جي زيارت ڪري آيو، تڏهن مستيءَ ۾، شاهه گودڙئي کي اچي چيائين ته ”پيرن تي، چڱا چڱا قبا جڙيل آهن، تون به پاڻ تي، چو نٿو، ڪو چڱو قبو جوڙائين؟“ انهيءَ ئي خيال ۾، فقير کي، خواب ۾ ڏسڻ ۾ آيو ته هڪڙي وڏي عمارت آهي، جنهن جي اندران ۽ ٻاهران، نقاشيءَ جو ڪم ٿيل آهي. هيري ۽ موتيءَ جو ڪم اٿس. اندر، مزي جهڙي کٽ وڇائي پيئي آهي. کٽ جي پيرانديءَ کان، هڪڙو فقير ويٺو آهي. شاهه گودڙيو، انهيءَ جاءِ تي در تي ويٺو آهي. فقير حيات

خان کي ڏســي چيائين ته ”هيءَ جاءِ، منهنجي آهي. تون وڃي اندر ڏس!“

# احوال متفرقو

حمل ڪان اولهه ڏي، ٿوري پنڌ ڪان پوءِ، ڪوهستان شروع ٿو ٿئي، جو گهڻو ڪري، وڏيري غيبي خان چانڊئي جي جاگير جو پاڱو آهي، جو وڃيو ٿو قلات جي خان جي حد سان لڳي. حد وارو جبل ڪيرٿر آهي، جنهن جي اولهه ڏي خان جو ملڪ آهي. ٿي چار ورهيه ٿيندا جو ڏاڙهياري جبل جي آبادڪار ماڻهن تڪرار اٿاريو، جنهن ۾ حد کي قائم رکّڻ ضرور ٿيو، جو اها حد ٺهرائي، ڪيرٿر جي تمام وڏي چوٽي تي دڙو ڪري، بانس جي لٺ کوڙي ڇڏي اٿن، جتي ڪتي جي قبر پڻ آهي، جنهن جو ذڪر، مٿي اچي چڪو آهي. سرڪار، اهو حڪم ڪيو آهي، ته اڳتي، انهيءَ دنگ جي قائم رکڻ جي نظرداري ڪندي، پري پري ڪان اولهه طرف، ائين پيو پائنجي، ڄڻ ته هڪڙي جبلن جي قطار آهي، جنهن جي هن پاسي سچ لهي ٿو، پر پنڌ ڪندي، اهڙيون ڪيتريون ئي جبلن جو قطارون، جدا جدا نالن سان اچن ٿيون جي ڏاڍيءَ مشڪلات سان

لنگهي، ڪيرٿر پهچجي ٿو. ڪيرٿر جي هن پاسي پڻ،
ساڳيون ئي اهڙيون قطارون آهن. ڪيرٿر سڀ کان
اتانهون جبل آهي. جيئن جيئن اوري ٿو اچجي، تيئن
تيئن، جبل وچن ننڍا ٿيندا. آءٌ پانيان ٿو ته ڪير ٿر کان
پچاڙيءَ واري ٽڪرن جي قطار تائين، هتان ٽيهارو
ڪوهن جو فاصلو بيشڪ ٿيندو! پر جبل جي ڪوه
۽ ميدان جي ڪوه پنڌ ۾ وڏو فرق آهي!
انهيءَ ڪوهستان ۾ مون ڪي، ٽن قسمن جا رهاڪو
ڏسڻ ۾ آيا-سنڌ کي ويجهو، چانديا ماڻهو رهن ٿا، پوءِ
گائنچا اچن ٿا، جي وڏي بن کان وٺي پنپري تائين
رهن ٿا. ڪيرٿر تي، ڏاڙهياري جي ميدان تي، يا
انهيءَ کان پرڀرو، خان جي پاسي، ڇٽا رهن ٿا. ڇٽن
بابت اسان، اڳي ڪي ڪجهه چيو آهي. باقي گائنچا،
اصل ڄنوار ماڻهو هئا. اصل لفظ آئي گائن چو يعني
گائن جو- هي اجا تائين مال وارا آهن. هنن جابلو
ماڻهو جو ڏنڌو توڙي هلت چلت، مٿي ڏنل ذڪر مان
معلوم ٿي هوندي ته بدوي عربن وانگي، هڪ هنڌ
رهندڙ نه آهن، پر سانگي ماڻهو آهن، سهنج ڏسي،
ٽي چار ڏينهن هڪڙي هنڌ رهي، وري ٻئي هنڌ
وڃي رهندا آهن. بعض هڪڙو گهر، بعضي ٻه گهر
۽ بعضي ٽي گهر گڏ ويٺا ته گهڻو ٿيو! ان کي چوندا
ڳوٺ. گهر به رڳو وڻ جي ڇانو هيٺ! مينهن واچ

جي بچاءَ لاءِ پاڻ سان تڏا رکندا آهن، جي مٿان ڪنيو وجهن، ڏنڌو، پيو ڪو نه اٿن. مڙس ماڻهو، رڍن، ٻڪرين ۽ ڳئن جو مال چارين ۽ ڪي ٿورا، جبل جي پوک به ڪن. زالون، گهر جو ڪم ڪار ڪن ۽ پيس جا تڏا جوڙين، ۽ رسا وٽين. جڏهن گرميءَ جا ڏينهن اچن، تڏهن چڙهي، وچي ڪيرٿر تي يا هيٺين جبلن جي چوٽين تي ويهن، جتي مال جي چاري ۽ پوک جو سنهج اٿن وري سياري ۾ جڏهن مٿي، تمام گهڻي سردي ٿئي ٿي تڏهن لهيو، اچيو سنڌ ۾، لاب لائي جو پورهيو ڪن. جيڪو به گائنچو يا جابلو ماڻهو مون، مال سان اتي ڏٺو، تنهن ڪي ضرور، هڪ اوئي (ڪلي) پاڻيءَ جي، ڪلهي ۾، هڪڙي لٺ هٿ ۾ ۽ هڪڙي ڪاتي ڪمر ۾ هئي، انهيءَ لاءِ ته متان ڪا ٻڪري يا رڍ مري پوي يا بگهڙ ڪان جيئري يا اڌ مئل  چڏائي وجهن ته اُتي، جو اُتي ڪاتيءَ سان حلال ڪري سگهن. جڏهن ڪاتي نه هوندي اٿن تڏهن هڪڙو پاهڻ، ٻئي پاهڻ تي هڻي پچن ۽ پوءِ، پاهڻ جي تکي پاسي سان بسم الله ڪري، ٻڪريءَ جي سسي چچري لاهين. زالن کي به جيڪڏهن ان پيهڻ لاءِ چنڊ آهي ته واه، نه ته ٻن پهڻن جي وچ ۾ ان ڪٽي، ماني ٺاهين. ماني پچائڻ جو گهڻو ڪري هيءَ دستور آهي ته هڪڙو

پهڻ، باهه ۾ تپائي، پوءِ ڳوٺل اٽي کي ان جي
چوڌاري ٿڦي، وري به ڪنيو ان کي باهه ۾ وجهن.
انهيءَ طرح، اندران توڙي ٻاهران اٽو پچي ٿو،
جنهن کي ڪوڪي ٿا سڏين. اها ڪوڪي ماني،
کائڻ ۾ ڏاڍي لذيذ ٿيندي آهي. باهه ٻارڻ لاءِ به
هميشه، ساڻن، چقمق جا ٽڪر گڏ هوندا آهن، جي
ڪڪريه جبل ۾ گهڻا ملن ٿا. کائڻ لاءِ کير ججهو
اٿن، تنهن کان سواءِ ڏڌ مکڻ به ڪن. مکڻ وڪڻن
واٽين وٽ، باقي جهڻ پاڻ کائين. مانيءَ سان بصر،
سندس کاڌ غنيمت آهي. نه ته گهڻو ڪري، ڏٿ تي
گذران ڪن ٿا. پيرن سان ڏاڍي دل هوندي اٿن، ڦڪ
پريو، ڳهيو وجن ۽ مٿان پاڻي پي، گهرج پلين. تنهن
کان سواءِ ڳانگيون، پڪا، منگها، پيس جا ٻير ۽
چانگر ٻير، مطلب ته جيڪو به ميوو جبل جو ٿئي،
سو کائين. پيس جي ڪجيءَ جو ڪچو ڳپ چليکائين.
جو لذيذ ٿئي ٿو. مون کي پاڻ کائڻ لاءِ مليو هو، چڱو
هو!
گذران متعلق، مارئي جي بيتن ۾، جيڪو حال مارُن
۽ پهنوارن جو چيل آهي، سو ساڳيو هنن ماڻهن جو
آهي. تفاوت هي آهي ته هو (يعني مارو ماڻهو)، ٿر
جي پٽن ۾ رهندا آهن ۽ هي، جبل ۾ رهن ٿا. پنهنجي
گذران بابت به هنن ماڻهن، مونکي، مارئيءَ جا بيت

ٻڌايا، جي سندن حال سان لاڳو هئا. هنن جابلو ماڻهن جون زالون، ڏاڍيون، ڦڙت ۽ چالاڪ ٿيون ٿين.
پنهنجي منهن، جبل جهاڳنديون وتن. انهيءَ سفر ۾، هڪڙي هنڌان لنگهندي، جبل جي چوٽيءَ تي، هڪ ڳاڙهي شيءِ، چرندي ڏٺيسين، جا پکيءَ وانگي پي پريان ڏٺي! جانچ ڪئي سين ته معلوم ٿيو ته گائنچن جي ڪا زال آهي، جا پيرون چوندڻ ويئي هئي!
انهن زالن کي، جيڪڏهن واچ مينهن سبب، جبل ۾ رات پئجي وڃي ته اُتي اڪيلي سر، جبل ۾ رهيو پون ۽ وري ٻئي ڏينهن، موٽيو ماڳ تي اچن.
مڙسن جي پوشاڪ، گهڻو ڪري، سنڌ ۾ جهنگلي ماڻهن جهڙي آهي. زالن کي پڙي يا لوئي ٻڌي پئي آهي ۽ بس، ٻيو ڪي به ڪين اٿن. منجهن جيڪي سرنديءَ وارا آهن، تنجو به اهو ئي حال آهي! چٽا ماڻهو، ڌارين کي سڱ بندي ڏين، پر گائنچا ماڻهو، ڌارين کي سڱ ڪو نه ڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح، پڇا ڳاڇا مان معلوم ٿيو ته گهڻو ڪري زال جو ملهه سٺ رپيا آهي. پوءِ ڪنواري هجي يا رنڙ، مگر ڪڏهن ڌارين ماڻهن کان وڌيڪ رقم به وٺن ٿا، ۽ سڱ تي سڱ وٺڻ ڪري (يعني بدي جي حالت ۾)، روڪ نٿا وٺن. گائنچن ۾، مائٽن منجهه، رنڙ زال جا به يا ٽي ڏاند وٺن ٿا ۽ ڪنواريءَ جا،

ست اٺ ڏاند وٺن ٿا. ڏارين ڪان روڪ رپيا وٺندا آهن. مطلب ته هنن ماڻهن ۾، سڱن بندن جو ليڪو اهڙو آهي، جهڙو رڍ ٻڪريءَ جي سوديبازيءَ جو! گهڻو ڪري ّمڙس، ٻه زالون پرڻجن ٿا. جانچ مان معلوم ٿيو ته هھڙي جهنگ ۾ به حضرت عشق اچي پهتو آهي! هڪڙا، ٻين جي زالن سان لڳن ٿا.
اهي ماڻهو، پاڻ اهو سبب ڏين ٿا ته انگريز جي صاحبيءَ ۾، سندس وس نٿو هلي! ڏاڙهياري، تي چٽن ماڻهن جون زالون، سراسري ڪري چڱيون آهن، هڪڙي گائنچي، مون کي هڪ بيت ٻڌايو، جو انهن صاحبلوڪن جي عملي بابت آهي، جو ڪي ڏينهن، اُتي هوا بدلائڻ ڪاڻ اچي ٽڪيو هو. انهيءَ بيت جي فقط هڪ مصراع ياد ٿي اچيم جا هيءَ هئي:
”ڏاڙهياري جي ڏاٺ ۾، هڪ نه چڏيائون!“
ٻين مصراعن جو مطلب پڻ، انهيءَ هڪ ئي مصراع مان ڪڍي سگهجي ٿو.
هنن جابلو ماڻهن جي ٻولي، گهڻو ڪري ڪريل سنڌي آهي، جهڙي چپر جا ماڻهو ڳالهائيندا آهن. تلفظ پڻ اهڙائي اٿن، يعني حرف ساڪن جي بدران، متحرڪ ڪري ڳالهائين ”گدري“ کي چون ”گڏرو“، ”موچڙي“ کي چون ”موچڙو“ اهڙي

طرح ”ڪير“ ۽ ”کھڙو“ جي بجاءِ ”ڪاھو“ چون. ھيئن ته ڪاھا آھيو (يعني ڪير آھيو يا کھڙا آھيو؟) ”ايندو“ کي چون ”اچيندو“، ”لھڻ“ کي چون ”چٽڻ“. حرف جر ”کان“ جي بدران ”نون“ چوندا آھن جيئن ته ”اٿ گھوڙي نون وڏو آھي“، ”پوءِ“ کي چون ”گڏ“ جيئن ته ”فلاڻو گڏ ۾ اچي ٿو“ پڙھيل منجھن ڪونھي. نماز به اُتي ڪو ڪو نه پڙھي، رڳو سنڌي لوڙائو بيت ۽ ڳجھارتون اچنن ٿيون. جن جو گھڻو شغل اٺن گھڻو ڪري اُھي ماڻھو پير مرد آھن. اچيون ۽ وڏيون ڏاڙھيون اٿن. ڪن ٿورن کي ٻچي ڏاڙھي آھي، جنھن تي پڻ اھڙو عيب نٿا ليکين. ھڪڙو ٻچي گائنچو ھو، تنھن کي اسان چرچو ڪري چيو ته ”سرڪار جي مرضي آھي ته ڪو ٻچي ھٿ اچي ته انھيءَ کي مقرر ڪجي ته ٻين ٻچين کان اوڳڙ ڪندو وتي“ ھيءَ ڳالھه ٻڌي، ھن کي يقين آيو. ٻيو ھڪڙو ھو، تنھن کي به اچي انھيءَ نوڪريءَ جي طمع ٿي. انھيءَ به اچي عرض ڪيو. اسان چيو ته ”اھو حق انھيءَ جو آھي، جيڪو ٻڻائتو ٻچي ھوندو!“ تنھن تي پھريون ٻچي، جنھن جو نالو ”ميھر“ ھو، سو قسم کڻي چوڻ لڳو ته ”آئون ست پيڙھيو ٻچي آھيان، جو منھنجو ابو ۽

ڏاڍو به ٻچي هو ۽ انهيءَ لاءِ، چڱا مڙس شاهد به ڏيندس!“
ڪوهستان جي آبهوا، هڪ جهڙي نه آهي. پيٺئري جبل جي چيلهه تائين، هنن ڏينهن ۾ ڏاڍي گرمي ۽ جهولو آهي ۽ رات جو مڇر به گهڻو ٿو لڳي، مگر پيٺئري جي چوٽيءَ تي گرمي گهٽ آهي ۽ ڪيرٿر ۽ ڏاڙهياري تي ته سياري وانگي سردي ٿي پوي!
ڏينهن جو به سڄو ڏينهن، ٻاهر اُس ۾ گهمجي، ته سياري جي سج وانگي گرمي نٿي لڳي! گهڻو ڪري هوا، بمبئيءَ جي هوا جهڙي آهي. اشتها گهڻي لڳي ٿي. سڄ، صبح جو پوڻي ستين بجي اڀري ٿو ۽ سوائين اٺين بجي لهي ٿو. هنن ڏينهن ۾ گهڻو ڪري، آسمان جهڙالو رهي ٿو. پاڻي، هيٺ جبلن ۾، مينهن جو، دبن مان ملي ٿو. هنن ڏينهن ۾ اُتي برسات پيئي آهي، تنهن ڪري پاڻي جام آهي، نه ته ڏاڍو مشڪل سان هٿ اچي ٿو، تنهن ڪري ته ماڻهو، پاڻ سان ڪليون پري ڪڻن ٿا! ڪن هنڌن ۾ ته اصل سم جو پاڻي، هميشه بيٺل آهي.
انهن جبلن ۾ گهڻا جانور رهن ٿا. بن جبلن ۽ ڪيرٿر تي، سره گهڻا آهن. سره جي ماديءَ کي، ”ٻڪري“ چوندا آهن. اتي گڊ به گهڻا آهن. انهن کان سواءِ اتي، سيڙهه، بگهڙ، ممون ۽ چيتا به آهن. ڪيرٿر تي،

جيڪا سير اسين گھمڻ ويا هئاسين، اسان جي اچڻ
کان پنج ڇهه ڏينهن اڳي، هڪ چيتي، اتي چار
ٻڪريون ماري وڌيون هيون، يا جيئن گائنچا،
پنهنجي اصطلاح ۾ چوندا آهن ته ”چيتي، ٻڪريون
پڳيون هيون.“ بگهڙ به اهڙو ئي زيان ڪن ٿا. چيتا
ته اٺ به ماريندا آهن! مون کي ٻڌڻ ۾ آيو ته هڪڙي
ڏينهن، هڪ چيتي، ست اٺ ۽ ڏاچيون ماري وڌيون
هيون. هو ڪائيندو ٿورو آهي، ليڪن زيان گهڻو
ڪندو آهي! اُتي، بندوق جو ليسن، ڪنهن کي به
مليل ڪونهي، تنهن ڪري هنن کي ڪير ماري به
ڪو نه ٿو. اتي ممون گهٽيون آهن: هيٺ ميدانن يا
ماٿرين ۾، هرڻ گهڻا ٿين.
جهنگلي پکين مان سرڻ، سانباهو، ڳيرو ۽ پاريل اتي
سنڌ وانگي آهي، اسان کي جهرڪي ڏسڻ ۾ ڪا نه
آئي. اچي ڳچيءَ سان ڪانگ ڪونهي، اُتي وڏا
”زاغ“ آهن، جي سچا ڪارا ٿين ٿا ۽ ٻولي پڻ ڳري
ٿيندي اٿن، جن کي عربيءَ ۾ ”غراب البين“ چوندا
آهن. ٻيا ڳائٽا پکي عجيب هئا، جي ڏاڙهياري تي،
بازار واري ڦوڙ ۾ ڏسڻ ۾ آيا،
جن جو ذڪر مٿي ڏنل آهي. ٿڪرن تي چڪور گهڻا
آهن، جن جي ٻولي ٻڌڻ ۾ اچي ٿي ۽ جيڪي سنڌ جي

تترن وانگي گهمڻ ۾ ٻولين پيا کين مارڻ يا ڦاسائڻ وارو ڪو نه آهي.
جبل ۾ وڏا وڻ وڻو، ٻامڻ، ڪيريو ۾ ٿرهريو آهن.
ڏاڙهن جا وڏا وڻ آهن، جي ڦر ڪو نه ڪن. بادام گهڻو ٿئي ٿو. ڪهو جا وڻ تمام گهڻا آهن. ٻارڻ ۾ به ڪهو ڪم اچي ٿو. ڪهو کي، ”ڪوهو“ ڪري سڏيندا آهن. صحيح لفظ پڻ، ”ڪوهو“ ٿو ڏسجي، جو اهي وڻ رڳو ڪوه يعني جبل ۾ ٿين ٿا. بادام جو ڦر، ننڍيون باداميون ٿئي ٿو. جي ڪؤڙيون آهن.
ڪهو ۾ ٻير ٿين ٿا. وٿي ۾، ڦارون وانگي ڪٿمٿا ٻير ٿين ٿا. روهڙي جا وڻ به چانو ۾ ميوي لاءِ چڱا آهن، جي رڳو ڏاڙهياري جي ڦوڙ واريءَ بازار ۾ ڏسڻ ۾ آيا، ٻئي ڪنهن به هنڌ ڪين ٿا ٿين، تنهن ڪري چون ٿا ته باري ٻير، هنن جو ٻج، مڪه معظمه مان آندو هو، تنهن ڪري انهن کي ڪو به ڪونه وڍي! رڳو ڦر کائيندا اٿن. ٻيس جي ڪجي عام آهي. هن کي، ”ڦيش“ ڪري سڏين ٿا. هن منجهان، سنگ نڪري ٿو، جو ٻيرن جهڙو ميوو جهليندو آهي، جو ماٺهو کائين ۾ ڪچو ڳپ، جو نئين شاخ جو ٿئي ٿو، سو به ماٺهو کائيندا آهن. اُن جي پنن مان رسا، تڏا ۾ چٻا يعني پيرن جا جوتا جوڙيندا آهن. پنن جي پاڙ ۾ جيڪا ڪاري شيءِ ڪپهه وانگي ٿئي

ٿي، سا گڏ ڪري، چقمق سان باهه ٻارڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن.
ننڍين وڻن يا ٻوٽن مان هيٺيان ٻوٽا يا وڻ، مزي جهڙا ڏسڻ ۾ آيا:
حسين ٻوٽو - ڏاڍو سرهو ٿو ٿئي. بابوني جهڙي خوشبوءِ ٿيندي اٿس، ليڪن ڪائڻ ۾، سو ڪوڙو آهي! اهڙو، جو جيڪڏهن ٻڪريون چرن، ته سندس کير به ڪوڙو ٿي پوي، اسان کي اهڙو (ڪوڙو) کير پڻ مليو هو جو ڪيتري شڪر ملائڻ سان، مس مس وڃي منو ٿيو!
”ڪتي ڪنو ۽ گڏهه ڪنو“ - هنن ٻنهي ٻوٽن جا پن، ڪتي ۽ گڏهه جي ڪنن سان مشابهت رکن ٿا، تنهن ڪري مٿن اهو نالو پيو.
”اسپنگر“ جو، تمام ننڍو ٻوٽو آهي. ان جا پن ننڍڙا ۽ پشمين (پشم سان) ٿين ٿا، جن مان وري ننڍڙو ڳاڙهو سنگ نڪري ٿو، جنهن ۾ اُن جو ٻج رهي ٿو. هن کي هنديءَ ۾ ”ايسب گول“ ۽ پارسيءَ ۾ ”اسپغول“ چون ٿا ”اسپغول“ جو اشتقاق آهي.اسب ۽ غول (گوش) يعني، گهوڙي ڪنو، يا گهوڙي جي ڪنن جهڙو.
ڏير- هن جا پن، سريهن جي پنن وانگي آهن.
پنير- جنهن جا پن، اَڪ جي پنن وانگي ٿين ٿا.

ڳوڻ - هن جا پن، تمام ننڍا پر گهاٽا ٿين ٿا، ايتريقدر
جو ڏاندي يا ٿاريءَ جي ڪاٺي به مس ٿي ڏسجي!
ڊيلڪور- جنهن کي پن ڪونهي، رڱا ڪنڊا ۽ اچا
گل ٿينس، جي ڏاڍا سهڻا لڳن ٿا.
ڪنوس- هن جو سرهو ٻوٽو ٿيندو آهي ۽ تپ واري
ماڻهوءَ کي، هيءُ پياريندا آهن.
ڪانڊار- هيءُ، مزي جهڙو ٻوٽو آهي جنهن جو پن
۽ ڪنڊو گڏ آهي، پن جي هيٺان ڪنڊو، چنبڙيو پيو
هوندو آهي.
ڪتي پيرو- جنهن جو پن، ڪتي جي پير جهڙو
ٿيندو آهي.
ٿوٿيو-هيءَ، هڪ ننڍڙي ول آهي، جنهن جي پاڙ
ڪڍي، وات ۾ پسائي، اکين ۾ سرائيءَ وانگي
گهمائيندا آهن ۽ چوندا آهن ته انهيءَ ڪري، اک جي
نرت يا روشنائي وڌندي آهي. شڪ ناهي ته ”ٿوٿيو“
لفظ، ”توتئي“ جي بگڙيل يا کريل صورت هجي،
چالاءِ جو ”توتيائي چشم“، پارسيءَ ۾ گهڻو مشهور
آهي.
مارمور- جا ننڍي نانگ وانگي ٿئي ٿي. ڪي ماڻهو،
کائيندا به آهن.
جبل جي پنگ - جنهن جا پن، رواجي پنگ جي پنن
جهڙا ٿين، پر اُهي وڏا وڏا آهن، چون ٿا ته جبل جي

پنگ ٿڌي ٿيندي آهي ۽ منجهس نشو به گهٽو هوندو آهي. انهن ٻوٽن کان سواءِ، ٻيا به ڪيترائي ٻوٽا نظر آيا.

ڏاڙهيارو جبل، سمنڊ جي سطح کان، ڇهه هزار فوٽ مٿي آهي ۽ ”ڪتي جي قبر“ واري چوٽي ته ست هزار ٻه سؤ فوٽ مٿي آهي! هوا نهايت موافق ۽ صحت بخش آهي. اُتي جي تمام گهٽي گرمي، به اس ۾ 148 درجي ٿرماميٽر کان مٿي نه ويندي آهي ۽ اپريل واري مهيني ۾ ته 41 درجي تي وڃي بيهندي آهي. اڪثر مينهن گهٽو وسندو آهي. تخميني روءِ ڇهن ستن انچن تائين مينهن وسندو آهي.

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Articles/Book8/Book_page7.html